# خوني

[ ڪهاڻيءَ جو هڪڙو حيرت انگيز نظارو ]


احمد غلام علي چاڳلا



ٽاگور ڊراميٽڪ ڪلب

حيدرآباد

١٩٣١




[ حياتيءَ جو هڪڙو حيرت انگيز نظارو ]

"پري نهفته رخ و ديو در كرشمه و ناز
بسوخت ديده ز حيرت كه اين چه بوالعجبي ست!"
حافظ

احمد غلام علي چاڳلا

---

ڇپائيندڙ
ٽاگور ڊراميٽڪ ڪلب
حيدرآباد
١٩٣١

هي ڪتاب حيدرآباد ٿاگور ڊراميٽڪ ڪلب پنهنجي خرچ سان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

هن ڪتاب جو ڪنهن به حصي ڇپائڻ يا انهيءَ ڪي سٽيج تي آڻڻ جي سخت منع آهـــي. سنڌي زبان ۾ ”خوني“ جي ڇپائڻ، سٽيج تي آڻڻ وغيره جا سڀ حق ۽ واسطا، حيدرآباد ٿاگور ڪلب جي حوالي آهن.

شمس العلما

مرحوم

قليچ بيگ فريدون بيگ ميرزا

جي

پاڪ يادگيريءَ ۾

ا. غ. چ

هن ناٽڪ جي ٻئي باب ۾ ڏنل غزل، "ديوانو هجي اهڙو!" مرحوم ميرزا صاحب جو هڪ اڻ ڇپيل غزل آهي، جو ميرزا صاحب پنهنجي اڻ ڇپيل آخرين ناٽڪ "شهزاد و بهرام" ۾ مهربانوءَ جي واتون چوايو آهي. اهو "هيمليٽ" تان ترجمو ٿيل آهي، جو خاص منهنجي عرض و درخواست تي ڪيو هوائين.



مرحوم ميرزا صاحب

ڪن سببن جي ڪري اهو ناٽڪ اڃ بروقت سٽيج تي آڻي نه سگهيس. انهيءَ وچ ۾ ميرزا صاحب گذاري ويو. تقدير! هن ناٽڪ ۾ اهو غزل مرحوم جي يادگيريءَ طور پيش ڪيو ٿو وڃي.

١٩١٩ع ڪانوني آخرين دم تائين ميرزا صاحب جي مون تي خاص عنايت جي نظر هئي. انهيءَ جي شڪر گذاري ادا ڪندي، سنڌ جي تعليم يافته باشندن کي التجا ٿو ڪريان ته سندس اڻ ڇپيل ڪتابن کي ڇپائڻ ۽ سندس يادگيري قائم ڪرڻ جي ڪا رٿ جاري ڪرڻ گهرجي. اها عجب جهڙي ڳالهه ڪين ڇئبي جو ميرزا صاحب، جنهنجا سنڌ جي ساهت تي هيڏا احسان، بلڪ جنهنجا ڪتاب پڙهنديئي سنڌي ٻار ٻچپڻ کان جوانيءَ ۽ جوانيءَ کان پيريءَ کي ٿا پهچن، انهيءَ جي يادگيريءَ قائم ڪرڻ جو ڪنهن سوال ئي نه اٿاريو آهي!

ميرزا صاحب جي علمي خزاني جا ٽرسٽي ڇا پيا ڪن؟

ا.غ.ڇ

---

مهاڳ ۾ فقير جي واتون چوايل ڏوهيڙا سڀ شاهه جي رسالي مان ورتل آهن.

# مقدمہ

ڪتاب اڃا ڇپيو ڪونہ هو. حيدرآباد ۾ يارن نظر مان ڪڍي ڪڍيو.

آءُ سانگي سان اُنهي ٽائيم حيدرآباد هوس. اُتي هڪڙي ۾ ريتم وٽ منهنجو وڃڻ ٿيو.

منهنجي سڌ تي اُتي درو وٽ آيو؛ ۾ عجب ڪهڙو جو رُنائين پئي!

ڇپيو مانس: ڇو؟ تہ هن ڪتاب جو دستخط ڏيکاري، ڇپائينم: هي وٺو پڙهان.

”خوني“ جو مضمون اکر بہ اکر خود احمد چاڳلا جي واتون نڪتل بڪيءَ بڌو مون بہ هو؛ ۽ ٽيپي تي اکيون پاٽيءَ سان پُرِ منهنجون بہ ٽيون هيون؛ ۾ مون وڏيون مجرايون اُنهيءَ ويل احمد چاڳلا جي پڙهڻ کي پئي ڏنيون.

ڳالھ ۾ پنهنجو ذاتي ڳڻ ڪيترو هو، انهي باري ۾ مون اڃا راءِ نهرائي نہ هئي.

هنئر مونکي پڪ ٿيڻ لڳي تہ ڳالھ ۾ پنهنجو ذاتي ڳڻ بہ جهجهو ئي هو.

پوءِ ته ”خوني“ جو سارو مضمون اکر اکر ڪري مونکي اُتلا ئڻو پنهنجي سِر ته پيو.

توري، گهٽي جيڪا عبارت جي پچ گهڙڪڙي هئي، اُها ڪٽي ويئي.

پر جنهن تي مون دستخط جا ورق ورايا، جنهن تي مون قلم قلم تي اک ڦيرائي، جنهن تي مون اکر اکر ڪري اُتلايو، تنهن تي مونکي ناٽڪ نويسيءَ ۾ احمد چاڳلا جي قابلڪاري ذهن نشين ٿي.

آءٌ ڀانيان ٿو ته سنڌيءَ ۾ ناٽڪ نويسيءَ کي سچو پچو ٿئون ڏينگ احمد چاڳلا جو هي ”خوني“ نالي کيل ٿي وٺائيندو.

انهيءَ ڏس ۾ اُدم پڻ ته ڪيا آهن؛ سنڌيءَ جي پيار وارا جو ڳو قدر اُنهنجو ته ڪن پيا؛ ۽ هن ”خوني“ واري کيل مان ڏسبو ته احمد چاڳلا پنهنجو مَٽ پاڻ آهي.

لالچند امرڏنومل جڳتياڻي

———

# فرض ادائي

حيدرآباد جي ٽاگور ڪلب اڄ ڏينهن تائين چار ناٽڪ ڇپائي پڌرا ڪيا آهن، جنمان ٻن جو ڇگو ٽالوڪيو آهي: هڪڙو "ملڪ جا مدبر" ۽ ٻيو "عمر مارو ئي." سٽيج تي نه جيڪا ڪاميابي انهن ٻن ناٽڪن، ۽ خاص ڪري "عمر ماروئي" کي حاصل ٿي، سا حيدرآباد ٽاگور ڪلب جي ٻئي ڪنهن ناٽڪ کي ٿي ڪانهي، بلڪ ڪنهن ورلي سنڌي ناٽڪ کي ٿي هوندي.

"ملڪ جا مدبر" جي مهاڳ ۾ مصنف لکي ٿو: "جيڪا سچي مدد مونکي مسٽر لالچند امرڏنو مل کان ملي آهي، تنهنجي شڪرانيءَ لاءِ مان سهائيندڙ لفظئي نٿو سوچي سگهان. جيڪڏهن مسٽر لالچند هن ڪتاب جي رٿا کي پنهنجي زبان جي مينديءَ سان نه چمڪائي ها، ته هاٺوڪي لاائيءَ تي هرگز نه رسي سگهي ها. سنڌيءَ جي پيار وارن کي چڱيءَ طرح ڄاڻ هوندو ته مسٽر لالچند کي سنڌي ٻوليءَ جي ڪيتري نه ماهيت آهي ۽ جيڪا مدد مونکي مسٽر لالچند ڏني آهي تنهن لاءِ آءٌ هن جو تهدل شڪرگذار آهيان."

”خوني“ جي عبارت بابت بہ آءٌ پنھنجي طرفان ساڳيا اکــر کتب آڻــي ڪجھ قدر فرض ادائي ڪري سگھان ٿو. فقط ايترو سو آهي تہ ”ملڪ جا مدبر“ واري زماني ۾ اُستاد پنھنجي سر اچا ناٽڪ ڪين لکيو هو، جنھنڪري مصنف فقط سندس ”سنڌي ٻوليءَ جي ماهيت“ جو ذڪر ڪيو آهي. پر گذريل سالن ۾ اُستاد جي علميت جي ايتري تہ شهرت ٿي چڪي آهي، جو اڄ ڪلھ ٻنا ڪنھن شڪشبھي جي ڪيس سنڌي زبان جو اعليٰ درجي جو اُستاد ڪوٺي سگھجي ٿو. جيڪا فتحمندي سندس ”عمر مارُوئي“ ۽ ٻين ڪتابن کي حاصل ٿي آهي، سا بہ خاص سندس عبارت جي خوبيءَ جي ڪري، اُها انھيءَ ڳالھ جي سند آهي. هن ڪتاب جي عبارت بہ اُستاد جي آهي. اِها منھنجي ۽ ٽاگور ڪلب جي خوش نصيبي چئجي، جو اُستاد هن مضمون جي جملي جملي کي پنھنجي نظر مان ڪڍي، منھنجن ڪچن ڦڪن لفظن کي پنھنجي علميت جو رنگ ڏنو. پروف بہ سڀ اُستاد ڏٺا. سارو جس هُنَ لھڻو. هڪڙي ابوجھ شاگرد سان اُستاد پنھنجو لائق ڪيو آهي. آءٌ زياده ڇا چوان!

موڪلي ٽاگور ڪلب وارن دوستن، مسٽر ڏيئلمل، مسٽر وليرام، مسٽر رامچند، مسٽر ڪوڏومل (۽ هڪڙي ٻئي!) جي مروت ۽ مهربانيءَ جو به شڪر ادا ڪرڻ جڳائي. اجائي نڪتہ چينيءَ کي پاسي رکي، هن نئين قسم جي ناٽڪ کي نئين طرح سان سٽيج تي آڻڻ جي جوابداري سر تي کڻي،: انهن يارن وري به پاڻ کي علم ۽ هنر جو سچو شوقين ۽ قدردان ثابت ڪيو آهي. ”خوني“ تي جيڪو به خرچ ڪيو اٿن، (۽ گهڻوئي خرچ ٿي ويو آهي!) ۽ پاڻ جيڪا محنت ڪئي اٿن، تنهنکي آءٌ خود پنهنجي محنت جي قدرداني ٿو سمجهان.

آخر ۾ دل پيو هڻان تہ آنهيءَ هستيءَ جو به شڪريہ ادا ڪريان يا نہ، جنهنجي همت، سرجوشيءَ ۽ اڳواڻيءَ کانسواءِ نہ هي ڪتاب ٽاگور ڪلب وارن جي نظر چڙهي ها، نہ سندن طرفان خلق جي پيش ٿئي ها. آءٌ دل انهيءَ لاءِ پيو هڻان، جو جنهن وقت کان وٺي اسين ٻئي ”سٽار سٽرنگس“ ۽ ”سٽار پليئرس“ جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ ٻئي جا رفيق ۽ مددگار ٿيا آهيون، تنهن وقت کان وٺي هرڪنهن سٽيج جي معاملي ۾ اسانجو حال ”من تو شدم، تو من شدي“ وارو ٿي رهيو آهي!

پوءِ آءٌ سندس شڪر گذاري ڪئن ڪريان؟ آءٌ ته سندس نالو به ڪين وٺندس. ڇو ڀلا؟ اها عظيم الشان عام خلقت، جنهن کي مدت کان جو وقت بوقت "عمر مارئي" ۾ "وڳند"، ۽ "واه ڪراچي" ۾ "ڄٽ" جي ويس ۾ ريجهائي، گهڙي اڌ سندن دلين ۾ خوشيءَ جو واسو ڦهلائي، کين پنهنجو احسانمند بنائي رهيو آهي، تنهن مان به شايد ڪن ٿورن کي خبر هوندي ته روز مره جي زندگيءَ ۾ "وڳند" ۽ "ڄٽ" هيرانند آڏواڻيءَ جي بردبار نالي سان سڏيو ٿو وڃي! پوءِ آءٌ سندس نالو ڇو وٺان؟ فقط ايترو چوندس ته جڏهن سنڌي سٽيج جي تاريخ لکبي، ۽ لکندڙ ڪو ايماندار شخص هوندو، (نه اهڙو جنهن کي پنهنجن ڪرتوتن ڪانسواءِ ٻيو ڪي به نه سجهي،) تڏهن ڊائريڪٽرن ۾ انهيءَ اُستاد جو نالو پهرين نمبر ۾ لکبو.

عقير

ا. غ. ج

# ٻيو اکر

هن ناٽڪ جي روپ ريکا گهڻي قدر "قاتل" نالي ترڪي ناٽڪ تي ٻڌل آهي، جيتوڻيڪ ويس ڏاري جيڪي به چون کن ٿا اهو توهان مهاڳ منهنجو پنهنجو رٿيل آهي. ترڪيءَ وارن به هي ناٽڪ جرمنيءَ جي هڪ ناميارين ناٽڪ نويس رچرڊ ووس (جنم ١٨٥١) جي ناٽڪ تان ورتو آهي؛ پر ترڪيءَ وارن پنهنجي ناٽڪ ۾ ويس ڏارين جا نالا ڦيرايا ڪين آهن، اصلوڪا جرمن نالا ئي هلائي ڏنا اٿن. مون نه رڳو نالا ڦيرايا آهن، پر ٻيءَ ٽئين باب ۾، بلڪ روپ ريکا ۽ رٿا به جيڪي سو ڪٽي سنڌي ڏانو تي ٻڌاري آهي.

"قاتل" جو کيل مون نومبر ١٩٢٩ع ۾ استنبول جي مشهور تُرڪي قومي ناٽڪ شالا ۾ ڏٺو. اِها ناٽڪ شالا ترڪي انقلاب جي شروعات ۾ ڪن ٿورڙن علم ۽ هنر جي شوقين مردن توڙي زالن برپا ڪئي هئي. انهي ناٽڪ شالا قدم بقدم اينتري ترقي ڪئي، ۽ منجهس جيڪي کيل ٿيا، انهن جو اثر ترڪيءَ جي قومي ۽ پنگتي زندگيءَ تي ايڏو ٿيو، جو هاڻ اها ناٽڪ شالا ميونسپل جي همت هيٺ آهي، ۽ ترڪي پارليامينٽ وٽان کيس ساليانو اِمداد به ملي ٿي. وڏي ڳالهه اِها آهي ته منجهس فقط

تعليم يافته، خانداني ۽ آبرودار مرد توڙي زالون پارٽ
ڪندڙ آهن، جي ناٽڪي فن کي وڏي قومي خدمت سمجهي،
ناٽڪ شالا کي دل وجان سان مدد ڏيئي رهيا آهن. نيز
ترڪي ناٽڪن سان گڏ يورپ جي بهترين مشهور ۽ ذهين ناٽڪن
جا ترڪي ترجما به سٽيج تي آندا ٿا وڃن. [ڏسو ٣٠-١-١٩٢٩
جو پروگرام] خواب غفلت مان جيڪيسو بيدار ٿيل، پر
اڃا به هيٺين حال هندستان لاءِ اهو وقت ڪڏهن ايندو؟

مون ڏٺو ته "قاتل" جو اثر ناظرين تي از حد ٿيو.
ألهندي، ڏکڻ ۽ وچ يورپ جي گهڻو ڪري سڀني
نامیارن ناٽڪ شالائن ۾، مشهور مشهور ويس ڌارين
کي معروف ناٽڪن ۾ پارٽ ڪندو ڏسي، اهو
مون پهرين استنبول ۾ ڏٺو ته قابل، ذهين ۽ خانداني
ناظرين کيسي مان رومال ڪڍي اکين مان لڙڪن اُگهڻ
کي گهٽتائي نه ٿا سمجهن. ساري ماندوي جي حاضرين
کي ائين ڪندو ڏسڻ به هڪ عجيب تجربو آهي!

ڪراچي: ١ اڪتوبر ١٩٣١ ا-غ-ج

# باب. پهرين جو نقشو




١. ٻاهريون دروازو
٢. ميز
٣. وڏي ڪرسي
٤. ڪرسيون
٥. جيلخاني جو دروازو
٦. جيلخاني جي ديوار
٧. اندريون دروازو

باب پهرين ۽ ٽئين جو نقشو

---



۱. رستو
۲. ٻاهرين پوڳن جو ڏيکاءُ
۳. دڪي
۴. سوڊا لمليمٽ
۵. وکري جو سامان
۶. ننڍي ميز
۷. اندريون دروازو
۸. وڏي ميز ۽ بينچ
۹. ڏاکڻ ڏانهن رستو
۱۰. ڇت پر ڏاکڻ جو ڏيکاءُ
۱۱. ڇت پر ٽنگيل فانوس

نوٽ: فرنيچر جي ترتيب ڦير گهير ڪرڻ ڊائريڪٽر جي اختيار آهي.

# ويس ڏاري

---

رفيق
ڀاڳچند
لطيف
احسان — بتول
رمزو — شمسي
يارو
ماجسٽريٽ
سرشتيدار
جيلر

تنهنڪانسواءِ حولدار، ٻه سپاهي، صوبيدار ۽ نرس

---

مڪان: ڪو به وڏو شهر (ڪراچي سهين!)
زمانو: حال.

---

مهاڳ ۾ ويس ڏاري

---

فقير ۽ سندس ٻالڪو

خوني.

# مهاڳ ۽ باب پهريون

## اِنساني انصاف!

---

### ويس ڌاري

(نمبروار)

---

[مهاڳ]

فقير

ٻالڪو

---

[باب پهريون]

جيلر

حولدار

سپاهي

ماجسٽريٽ

سرشتدار

رفيق

صوبيدار

ڀاڳچند

نرس

اِج پڻ ڏانهو ڏانهن، واڍوڙ ڪي منهن، ويچ ورائي ٻانهن، چوري چاڪ نهارئا. شاهه.

# ٻهاڳ

[ٿهه اونده . پردي جي سامهون فقير ۽
سندس ٻالڪو ڏسڻ ۾ اچن ٿا. فقير جي هٿ
۾ ڏگهي لٺ ۽ فانوس، ۽ ٻالڪي جي هٿ ۾
ڪشڪول.]

فقير: • [اندرائني ڳائي ٿو ]

جانڪي ڪري طبيب، دارون هن درد جا،
هٿئو ســـي حبيب، اُکوڙئو اڏ ڪري.

[ٻاهر اچي، ٻالڪي کي] ٻچا، اِهو اٿيئي زندگيءَ جو
عجب اسرار! — [وري ڳائي ٿو ]

جانڪي ڪري طبيب، دارون هن درد جا،
هٿئو ســـي حبيب، اُکوڙئو اڏ ڪري.

ٻالڪو: [خيال ۾] مرشد سڳورا! اِها ته نسوري
بي انصافي چئبي. بندو سمجهي ٿو ته دنيا جو سمورو
ڪارو بار ائين پيو هلي، جنهن ۾ رڪيل آهي نڪو عدل،
نڪا مراد، نڪو مطلب.

فقير: بيشڪ، عقل وارو انسان ائين پيو سمجهي
ته دنيا جي سموري ڪارو بار ۾ رڪيل آهي نڪو عدل،
نڪا مراد، نڪو مطلب. ڇو جو جنهن نظاري کي

پاڻ حقيقت سمجهيو ويٺو آهي، سو رڳو خوشنما طلسم آهي، رڃ آهي. پوءِ انهيءَ طلسمي نظاري بابت، انهيءَ رڃ بابت، سندس جيڪا ڳڻڳوت ۽ آڳو پيڇو، انهيءَ کي انهيءَ پاڇي جو به پاڇو ڪوٺڻ بيجا نه آهي.

ٻالڪو: [ترسي، خيال سان] تڏهن سائين، دراصل حقيقت ڇا؟

فقير: ٻچا، اهو ته اسرار آهي جو دنيا جي هيٺرن فلسفن هوندي به انسان اڄ سوڌو سلي نه سگهيو آهي ته در اصل حقيقت ڇا! [ترسي] هائو، پر دنيا ۾ جيڪا بي انصافي ٿئي ٿي، انهيءَ کي هڪڙي نموني، ڪي قدر، سمجهي سگهجي ٿو.

ٻالڪو: سو ڪيئن؟

فقير: ڏک سک کي جيڪڏهن انسان نه رڳو پنهنجي، پر ساري انسان ذات جي ڪرتوتن جو ڦل ڪري ليکي، ته پوءِ انهيءَ ظاهري بي انصافيءَ کي جيڪر پين اکين سان ڏسي، ۽ پوءِ انهيءَ کي عقل ۽ فهم جي ساهميءَ ۾ بيءَ طرح توري.

ٻالڪو: تڏهن سائين، تقدير جو مطلب ڇا؟

فقير: تقدير جو مطلب ڦل ڀوڳڻ. انسان جي تقدير تڏهن شروع ٿي، جڏهن انسان ذات پيدا ٿي. حضرت آدم ۽ ڏاڏي حوا جي اوائلي ڪرتوت جو ڦل، جو انسان اڄ ڏينهن تائين ڀوڳي پيو، انهيءَ جو ٻيو نالو آهي تقدير. بيشڪ، بزرگن جا گناهه، اولاد جيڪا جزا لوڙي ٿو، انهيءَ ۾ ٿا ظاهر ٿين. گنهگارن کي پنهنجن ڪرتوتن جو ڦل ائين ئي ملي.

بالڪو: [ٽرسي] ته پوءِ سائين، تقدير وهيڻي لاچار انسان جو فرض ڇا؟

فقير: ته تقدير جي پاران آيل ڏک، سک منو ڪري ڀوڳي. سندس بهتري ۽ انسان ذات جو ڀلو انهيءَ ۾ ئي آهي. تقدير جي پاران آيل ڏک، انهيءَ کان ڀڄي ڇٽڻ جي ڪوشش ڪرڻ، اهڙو عبث آهي، جهڙو ميهيءَ جو سڪيءَ تي جيئرو رهڻ. ٻچا، ڏک سک ته حياتيءَ جو قوت آهن!

سُوري سڏ ڪري، اَيــي عاشقن کي،
جي اٿي سڏ سڪڻ ۾، ته ڪُوم پير پري،
سِسي ڌار ڌري، پڇج پوءِ پرينءَ ڳالهڙيون.

بالڪو: سائين، نيٺ انهيءَ جو نتيجو؟ زندگيءَ

جو مقصد؟

فقير: ٻچا، مقصد هڪ ٻروليءَ جا انسان تڏهن سلي، جڏهن ڏڪ، ڏاجهرا ڏسي، پاڻ انهيءَ لائقيءَ رسي. فقط اينترو نه ٻُلي ٿو

ٻريان سندي ٻار جي، مڙني مِنائي،
ڪانهه ڪڙائي، چکين جي چيٽ ڪري!
[ٻئي نڪري ٿا وڃن، ٻردو کڇي ٿو.]

# باب ٻهريون

---

جيلر جي آفيس

[پردي کلڻ سان جيلر جي آفيس نظر ٿي اچي. ساڄي پاسي کان ٻاهر وڃڻ جو دروازو ۽ پٺين ديوار ۾ قيدخاني ڏانهن ويندڙ دروازو. کاٻي پاسي اندر ٻيءَ کوٺيءَ ڏانهن ويندڙ دروازو. ساڄي پاسي اڳيرو ميز جنهنتي ڪتاب ۽ ڪاغذ رکيل آهن. ميز وٽ ٻه ٽي ڪرسيون پيل آهن.

[وقت صبوح جو. جيلر، عمر جو جيڪيسو وڏڙو، ميز تي ڪاغذ پٽ وينو ڏسي ۽ ٽپال پڙهي. ذري بعد ميز تي رکيل گهنٽي ٻه ٽيرا وڄائي ٿو. پاسي وارو ٻاهريون در کلي ٿو ۽ سپاهي سلام ڪري اچي بيهي ٿو.]

جيلر: حولدار کي سڏي وٺ.

[سپاهي سلام ڪري اندرئين در مان وڃي حولـــدار کي وٺي ٿو اچي. سپاهي پوءِ

ٻاهرئين در مان نڪري ٿو وڃي ۽ حولدار سلام ڪري بيهي ٿو رهي. جيلر ٻهرين ڪيس نٿو ڏسي. ٿوري دير ڪانپوءِ ڪاغذن تان اک کڻي ٿو ته سندس نظر وڃي اُتس تي پوي.]

جيلر: [ڪاغذن تان رکي اک کڻي] حولدار، مون تي پڇيو ـــ هائو ـــ [ڪنڌ مٿيرو جهلي] قيدي نمبر ٥٠٧ اڄ ڪئن آهي؟

حولدار: حضور ضعف وڌندو وڃيس. رات ته گهڻو بي آرام هو. شڪ نه آهي ته سلهه ٿي ٿئيس.

جيلر: ويچارو غريب! [ٿـــورو رکي] مون سندس نسبت پڇيو ـــ ماجسٽريٽ الاجي ڪيس ڇو تو ڏسڻ گهري؟ اڄهو سندس خط. هنئر ٽپاليءَ آندو. پاڻ به آيو گهرجي. پر قيدي هيستاءِ اچي سگهندو؟ سگهه اٿس؟

حولدار: جي حضور، پر اجازت هجي ته ٻيڙيون اڄ کڻي نه وجهجنس. هٿ ڪڙيونئي بس ٿيندديون. بدن پر گهڻو ناچاڪ آهي.

جيلر: چڱو، ماجسٽريٽ اچي ته پوءِ ائين ئي وني اچجئينس.

حولدار: جو حڪم. [سلام ڪري جيلخاني جي در ڏانهن وڃي ٿو ته جيلر وري ٿو سڏيس.]

جيلر: حولدار، [حولدار موٽي وري سلام ڪري اچي ٿو بيهي.] قيديءَ ڪي ٻڌائجائين نه ته ڪير ٿو ڪيس ڏسڻ گهري. تون مان ميٽ ۾ ئي وٺي اچجانس. اڄ ڏري گهٽ ڇه سال ٿيا. انهيءَ وچ ۾ ويچاري جي سارڪنهن بہ ڪانہ لڌي آهي. سو جي اوچتو ملاقات جو ٻڌندو تہ اُلٽو دل کي ڌڌڪو نہ اچي وڃيس.

حولدار: حاضر سائين. [سلام ڪري نڪري ٿو وڃي.]

[جيلر ميز تي ڪاغذ ڏاهي ٿو رکي تہ ٻاهران پري ڪان موٽر جو آواز ٻڌڻ ۾ ٿو اچي. جيلر ڪن ڏيئي اِهو ٻڌي ٿو؛ وري بہ ڪاغذ ڏاهڻ ۾ رڌل ٿو رهي تہ ٻاهران سپاهي ٿو اچي.]

سپاهي: [سلام ڪري] حضور، ماجسٽريٽ صاحب جي موٽر در تي اچي بيٺي آهي. اجازت هجي تہ اندر ڇڏ جيس.

جيلر: ڀلي.

[سپاهي سلام ڪري نڪري ٿو وڃي. جيلر

۽ ڪاغذ ميز تي ڏاڍي سنڌس پنيان ٻاهر
وڃي ٿو. سنت ئي ٻاهران پري ڪان، "اڇو
سائين، ڪئن آهيو؟ خوش چڱا ڀلا"
وغيره جو آواز اچي ٿو. اهو آواز هوريان
هوريان اوريرو ٿيندو وڃي، تانجو جيلر ٻاهريون
دروازو کولي بيهي ٿو ته ماجسٽريٽ اندر
لنگهي ٿو اچي. ماجسٽريٽ جهان ديده
شخص پيو لڳي. نندي سفيد ٻچي ڏاڙهي
اٿس، ۽ لباس عمدي ۾ آهي.]

جيلر: [در وٽ ئي] هائو سائين، خط مليو.
قيديءَ کي تيار رکيو اٿون. [اندر اچي پاڻ واري
ڪرسي ڏيکاري] اچو سائين، هيڏانهن سولا ٿي ويهو.

ماجسٽريٽ: [ڪرسيءَ تي نهر سان ويهي]
مهرباني. [ٽوپي لاهي ميز تي ئـــو رکي] اسانجو
سرشتدار بــ ڪاغذ ڪٺي جاڻ آيو. [ذرو ماٺ]
اوهانکي هتي آئي عرصو ڪيترو ٿيو؟

جيلر: [سامهون ڪرسيءَ تي ويهي] ويهون
سال پيو ٿلي.

ماجسٽريٽ: ويهون سال! تڏهن ته اوهان قانوني

انصاف جا رنگ ڍگهٽائي ڏنا هوندا.

جيلر: قانوني انصاف! هائو. هن ڪرسيءَ تي وِيٺي وِيٺي قسمت هنن اکين کي اهڙا اهڙا اُئو ناڪ حادثا ڏيکاريا آهن، جو — جو — [هِڪڪي] پانيان پيو ته منهنجو اعتقاد ۽ ايمان به مونکان کسبو پيو وڃي.

ماجسٽريٽ: سو ڪيئن؟

جيلر: گستاخي معاف. [ڏڪي پريل ۽ گهٽيل ڪاوڙ ۾] منهنجي دل ۾ ڪڏهن ڪڏهن سوال اُٿي ٿو ته آيا هن جڳ جو ڪاروبار رحم ۽ انصاف تي ٻڌل آهي يا نه؟ آيا قدرت ٻاجهاري ۽ انصاف پسند آهي يا نه؟

ماجسٽريٽ: [خيال سان] سچ دنيا جا درد ناڪ حادثا ڏسي خود منهنجي دل ۾ به اهڙو جذبو اُٿي ٿو. [ذرو ترسي] اوهانکي ياد هوندو ته هي قيدي هتي ڪڏهن آيو؟

جيلر: هائو. هتي آئي ڪيس پندرهن ورهيه بيشڪ ٿيا. آيو تڏهن مضبوط قداور جوان هو. مونکي اُنهيءَ وقت جي سندس سموري حقيقت ياد آهي. مونکي اُنهيءَ مهل ئي هنجي بد قسمت تي سخت

افسوس تي ٿيو. منهنجو تجربو آهي ته ساري عمر ڪيوانن جيان قيد ۾ رهڻ کان ھي خوني موت کي وڌيڪ پسند ٿا ڪن.

ماجسٽريٽ: [خيال جي ٿيڻ مان نڪري] خوني! — هائو، برابر — [وري ٿيءَ ۾ پئجي ٿو وڃي.]

[ماجسٽريٽ جو سرشتيدار، عمر اٽڪلُ ٽيھ ورهيه، ڪاغذ هٿ ۾ کڻي باهران اچي ٿو.]

سرشتيدار: [جيلر کي سلام ڪري، ميز ڏانهن وڌي، ماجسٽريٽ ڏانهن مهڙ ڪري] سائين ديرتي جو ڪيس جا ڪاغذ ويٺي ڳوليم. [ڪاغذ ميز تي رکي ٿو.] هيءَ تار به اوهانجي ميز تي رکي هئي. [تار ماجسٽريٽ کي ڏئي ٿو.]

ماجسٽريٽ: [تار کولي پڙهي] چڱو، بلڪل چڱو. — جيلر صاحب، ٿوريءَ ويرم ۾ ڪي ماڻهو شايد اسانکي ملڻ اچن. مهرباني ڪري سپاهين کي چئي ڇڏيو ته اُنهنکي باهرئين در وٽ ترسائين نه.

جيلر: حاضر [باهر نڪري ٿو وڃي.]

ماجسٽريٽ: [سرشتيدار کي] ڪيس جا ڪاغذ سڀ مونکي ڏي. [سرشتيدار ڪاغذ ۽ ڪيس ڏئي

ٿو ته ٻاهران جيلر به اچي ٿو.] قيديءَ جو رڪارڊ ته سڀ تيار هوندو؟

جيلر: هائو. [ماجسٽريٽ جي هٿن هيٺان ڪاغذ ڪڍي] اِجهو.

ماجسٽريٽ: [رڪارڊ اُٿلائي] برابر. [هڪ ڪاغذ وچان پڙهي] شام لعل جو هريءَ جي خون ۾ جنم ٽيپ!! [ميز تان ٻيو ڪاغذ به ڪڍي، جيلر کي ڏيئي.] اوهين هيءَ ته پڙهي ڏسو. بمبئيءَ جي پوليس وٽان ٻه ڏينهن ٿيا ته ٽپال رستي اسانوٽ آيو.

جيلر: [ڪاغذ پڙهي سخت عجب ۾] ڇا!

ماجسٽريٽ: [ڪند ڌوڻي] هائو، اِهيئي ته ڳالهيون آهن جي ساڃهه واري انسان کي بي اعتقاديءَ ۽ لاايمانيءَ ڏانهن مائل ٿيون ڪن. خير. هاڻي مهرباني ڪري قيديءَ کي سڏايو.

جيلر: چڱو. [جيلخاني جي در وٽ وڃي، در کولي، ڪنهن کي ٻري ڪان سڏي ٿو. حولدار اچي دروٽ ٿو بيهي. جيلر ڪيس ڪجهه چئي ٿو ۽ حولدار سلام ڪري موٽي ٿو وڃي.]

ماجسٽريٽ: [سرشتدار کي] ڪاغذ قلم تيار.

هجي. اسانکي قيديءَ جي زباني ونئي آهي.

جيلر: [موٽي] پر قانون کان ايڏي وڏي پل ڪئن ٿي؟

ماجسٽريٽ: ڇو جو قانون نيٺ به هٿيلي پر ابوجھ انسان جي هٿ وسيڪو آهي. [ڪيس جا ڪاغذ کولي ٿو.] هاڻ جيڪي به اسانجي ۽ قيديءَ جي وچ ۾ وهي واپري، اُهو سڀ ڏيان ڏيڻي ٻڌجو؛ ڇو جو قيديءَ جي زبانيءَ تي اوهانکي شاهد جي صحيح وجھٽي پوندي. پر — [بمبئيءَ جي پوليس جو ڪاغذ ڏيکاري] هن ڪاغذ بابت ڪجھ به نه ڇئجو.

جيلر: [مونجهاري ۾] چڱو سائين.

سرشتدار: [ميز تي ڪاغذ قلم ناهي، پنهنجي مهڙ] قانون! — انصاف!

[پنيون در کلي ٿو. حولدار ۽ ٻه سپاهي قيديءَ کي وٺي اندر اچن ٿا. قيديءَ جا وار اڌوگابرا سفيد، گردن جھڪيل، هٿ پير پيرل تار تراسائيءَ ۾، نهايت هيڻائيءَ سان پير پير ۾ گھليندو اچي، جڏهن ته سُڌ کنهنجي ڪانه ٿي پويس. سندس جيل

وارن ڪپڙن تي، ڇاتيءَ ۽ پٺن مٿان، وڏن
ڪارن اکرن ۾ ۵۰۷ جو انگ لکيل آهي.
سپاهي ڪيس کلهن کان جهلي، ميز جي
پريان ماجسٽريٽ جي سامهون اچي ٿا بيهارين.
حوالدار سلام ڪري، قيديءَ جي پرئين پاسي
کان ٿي ٿو بيهي. قيديءَ جا هٿ
هٿ ڪڙين ۾ آهن.]

ماجسٽريٽ: [قيديءَ کي ايندو ڏسي، پنهنجي ڏک لڪائڻ لاءِ نظر ڪٽي ڪاغذن ۾ ٿو ڪري ۽ چوي ٿو] قيدي هيءُ آهي؟

حوالدار: جي حضور، نمبر ۵۰۷.

ماجسٽريٽ: [پهرين وانگر] تنهنجو نالو؟

حوالدار: حضور؟

ماجسٽريٽ: [ڪنڌ مٿي ڪٽي] قيدي پاڻهي جواب ڏئي؛ - ۽ بند حوالدار، [حوالدار سلام ٿو ڪري]
قيديءَ جي هٿن مان هٿ ڪڙيون لاهي ڇڏ.
[حوالدار هٿ ڪڙيون لاهي ٿو.]

جيلر: سپاهي ٻه پل هليا وڃن. [حوالدار جي اشاري تي سپاهي سلام ڪري وڃن ٿا. قيدي ائين

تي موڳو ٿيو، ڪنڌ هيٺ ڪيو بيٺو آهي.]

ماجسٽريٽ: تنهنجو نالو؟ — [ترسي] تنهنجو نالو؟ [ماٺ.]

جيلر: ٻڌينئو؟ ماجسٽريٽ صاحب پڇي ٿو: تنهنجو نالو؟

قيدي: [ٻنهي ڏانهن واڄڙ جيان نهاري] سائين؟ — هائو، [ماجسٽريٽ کي] پنج سؤ سٺ.

ماجسٽريٽ: مون توکان نالو پڇيو، نه نمبر.

قيدي: [مونجهاري ۾] نالو؟ — ڪهڙو نالو؟ مونکي ته سڀ 'پنج سو سٺون' ٿا سڏين.

[سرشتيدار ڏڪندي جوش ۾ قلم ميز تي اڇلي قيديءَ ڏانهن نهاري ٿو.]

ماجسٽريٽ: [پاڻ سنڀالي] پر تنهنجو اصل نالو ته رفيق آهي؟

قيدي: [اچا'بهه مونجهاري ۾ ۽ نراڙ تي هٿ گهمائي] رفيق — رفيق — هائو، اهو نالو هُريم ته تو.

ماجسٽريٽ: رفيق، هتي آئي توکي ورهيه ڪيترا ٿيا؟ ڪا سڌ اٿيئي؟

رفيق: [جيلر ڏانهن موڙي جيان تهاري] ڇا سائين؟

جيلر: [ڏاڍيان] توکي ياد آهي ته تون هتي ڪڏهين آئين؟

رفيق: ڇو سائين؟ — حولدار مونکي ته هتي وٺي آيو.

ماجسٽريٽ: ويچارو آزاريل انسان! — ٻڌ، رفيق، توکي هتي جيل ۾ آئي پندرهن ورهيه ٿيا. ٻڌاءِ ته ڪا سڌ اٿيئي ته هتي توکي ڇو آندائون؟

رفيق: [سخت ڏک ۾ گذريل وقت کي سر نئي ياد ڪري] پندرهن ورهيه — پندرهن ورهيه — [پنهنجا هٿ ۽ ڪپڙا ڏسي] هائو سائين، پندرهن ورهيه. انهيءَ کان ته موت بهتر هو. [اڙانئتي آواز ۾] منهنجا لئا ڦٽ ڇو پيا ڪوليو؟ هيءَ جا سزا ڀوڳيان پيو، سا ڪافي ناهي؟

ماجسٽريٽ: [پاڻ جهلي] ويجهڙائيءَ ۾ سرڪار کي ڪا خبر ملي آهي. انهيءَ لاءِ اسين آيا آهيون ته جنهن ڏوهه ۾ تون سزا پاپ ٿئين، انهيءَ جي سر نئي تحقيقات ڪريون. هاڻي ٻڌ. هر هڪ سوال جي

وراڻي سوچي ويچاري پوءِ ڏي. انهيءَ ۾ شايد توکي فائدو ٿئي.

رفيق: [ٻاٽمهاڙو] اسين ٻيڪس، جهڙيءَ قبر داخل؛ اسانکي فائده جي ڪهڙي اُميد، ڪهڙي حاجت؟ اسانجي آس نه انسان ۾ نه الله ۾، موت لاءِ منتظر، دم پيا کاٽيون.

[جيلر دروازي وٽ وڃي، پٺي ڏيئي ٿو بيهي.]

ماجسٽريٽ: [تڪڙو] رفيق، تو تي خون جي تهمت هئي. چيائون ٿي سيٺ شام لعل جوهريءَ جي آفيس جو تون مکيه ڪارو باري هئين؛ هڪڙيءَ رات، سيٺ کي آفيس ۾ اڪيلو ڏسي، تو هٿڻي کيس ماري وڌو. برابر؟

رفيق: [سوز ڀرئي آواز ۾] آزاريل کي ڇو ٿا وڌيڪ آزاريو؟ خدا جي خاطر نه، ته خود پنهنجن پيارن جي خاطر، ڇو ٿا اهو گذريل قصو هن بدنصيب کي ياد ڏياريو؟

ماجسٽريٽ: [کيس ياد ڏياري] ڪورٽ ۾ اهو خون تو تي ثابت ٿيو، ڇو جو لاش جي اڳيان توکي پوليس گرفتار ڪيو، ته تنهنجن هٿن ۾ خون

سان پريل ڇري هئي ۽ تنهنجن ڪپڙن تي خون جا داغ هوا. خزانچيءَ جي زبانيءَ مان به ثابت ٿيو ته به ڏينهن اڳي تنهنجو سيٺ سان تڪرار ٿيو هو، ۽ تو نوڪري ڇڏي ٻاهر وڃڻ جو ارادو ڪيو هو. برابر؟

رفيق: [موڳائيءَ سان] هائو سائين.

ماجسٽريٽ: هاڻي ٻڌاءِ ته اِهو سڀ سچ آهي؟

رفيق! سچ هوندو. [ترسي] هونءَ نه ته هٿي اچ ڇو هجان؟

ماجسٽريٽ: ڏس رفيق، سوچي ويچاري وراڻي ڏي. بنا ڪنهن دٻ جي، بنا ڪنهن خطري جي، جيڪي به توکي چوڻو هجي، سو تون مونکي چؤ. شاباس.

رفيق: ڇا چوان؟

ماجسٽريٽ: مون انهيءَ رات واري ساري واردات توکي بيان ڪري ٻڌائي. ٻڌاءِ ته اِهو سچ آهي؟ آءٌ وري ٿو چوانءِ ته اِنهيءَ مان توکي شايد فائدو رسي — وڏو فائدو رسي.

رفيق: [خيال ڪري قدم به وڌي] سچ چوان؟ ڪير ويسهه آڻيندو؟

ماجسٽريٽ: سچ تي هر ڪو ويسهه آڻيندو.

رفيق: [ڪنڌ ڌوڻي، جهيڻي آواز] نه، نه. سچ اهڙو ٿو ٿئي جو سچ تي دنيا ويسهه آڻيئي ڪانه.

ماجسٽريٽ: نه هر وقت. انسان خطا جو گهر آهي. غلط فهمي انسان کان ٿئي پيئي. پر رحماني قوت سان، ڪوشش ڪري، انهيءَ کي دور ڪري سگهجي ٿو.

رفيق: نه، سائين، قوت، طاقت، ڇا رحماني، ڇا شيطاني، هڪڙيائي آهي. هنيلي انسان جي هٿ ۾ اها قوت، اها طاقت، اڪثر ڪم فهميءَ ۽ ظلم جو هٿيار ٿي رهي ٿي.

ماجسٽريٽ: بيشڪ، اڪثر، پر نه هميشه. رفيق منهنجو وعده اٿيئي ته جيڪڏهن تون بيگناهه—

رفيق: [سخت بيتابيءَ سان] بيگناهه، بيگناهه— يا خدا — بيگناهه، هائو، مان ضرور بيگناهه آهيان؛ ابو جهه انسان جي شڪ جو شڪار آهيان؛ ظالمن جي ظلم ۽ قاتل مظلوم لاچار آهيان. [ماجسٽريٽ ڏانهن وڌي، مٿس مٿان جهڪي] منهنجا مهربان، منهنجا سائين، مونتي ويسهه ڪجو، آءٌ سچ ٿو چوان. حق ناحق

منهنجي انسانيت کسي مونکي حيوانن جي دفعي ۾ داخل ڪيو ويو. آءٌ سچ ٿو چوان آءٌ ايمان فروش نہ آهيان؛ مظلوم آهيان؛ بيگناهہ آهيان. [حولدار ڪيس هٽائي پٺتي ٿو بيهاري.

ماجسٽريٽ: تڏهن ٻڌاءِ تہ اهو خون ڪنهن ڪيو؟

رفيق: [وري بہ نراسائيءَ ۽ هيڻائيءَ وچون ڪنڌ جهڪائي] مونکي ڪا بہ سڌ ڪانهي.

ماجسٽريٽ: ڪنهن ۾ ڪو توکي شڪ آهي؟ [رفيق ناڪار جو ڪنڌ ٿو ڌوڻي. ماجسٽريٽ ذرا ترسي] ڀلا ڇُري تنهنجيءَ هٿ ۾ ڪٿان آئي؟ ساري ڳالهہ مونکي وري ٻڌاءِ. [سرشتدار کي اشارو ٿو ڪري جو زباني لکڻ لاءِ تيار ٿو ٿئي.]

رفيق: [ڳالهہ هوريان هوريان ٿو شروع ڪري ۽ جئن وچور پيرائتي اڪين اڳيان ترندي اچيس، تئن زباني سندس جوش واري ٿيندي وڃي.] سائين جن کي سڌ هوندي تہ سيٺ شام لعل کي نہ فقط پٽرس ۾ کوٺي هئي، پر سندس واپار پين ڏيساورن سان بہ هلندڙ هو. آءٌ سيٺ جو مکيہ ڪاروباري هوس. پهرين مونکي بمبئيءَ موڪليائون. ڪجهہ مدت مون ڪلڪتي

۾ گذاري. آخر ھٿي ڳھرائي ورتائون. ھٿي لڪ پڙھ
سڀ آءُ نيڪال ڪندو ھوس. انھيءَ ئياڳيءَ رات،
بيا منشي دفتر مان اُٿيا، تہ آءُ اُنھي ڪانپوءِ بہ ترسي
پيس. ڇم اڳوپوءِ ولايت واري ٽپال پوري ڪري،
آءُ پوءِ اُٿان. سيارو ھو. مينھن جي اوڙڪ پئي وسي.
واءُ جو سنڪو پئي پيو. مون پاڻ ساڻ خزانچيءَ،
مراديءَ واري کي بہ ڪٽي ترسايو. ٻئي پاڙيسري بہ
ھئاسين، دوست بہ ھئاسين. پنڌ جان تان پري ھو.
ڇيو ٿانس گھر گڏيا ھلنداسين. ھن بہ ڳالھ ڪٽي مڃي.

ماجسٽريٽ: ترس. اھو خزانچي ڪير ھو؟
سندس نالو سڃھيئي ٿو؟

رفيق: [پيشانيءَ تي ھٿ گھمائي، مونجھاري ۾]
نالو- نالو- ھائو سائين، ياڳچند.

ماجسٽريٽ: ياڳچند — ھون — چڱو، پوءِ؟

رفيق: اوندھہ ٿو ٿيو، ڏيا ٻريا، مينھن ڪي بہ ٿابر
آئي؛ ۾ مونکي ڪلاڪ مُني جو ڪم اچا رھيل ھو.
مون ياڳچند کي چيو تون مون ڪاٽر ترس نہ، پاڻ گھر
وڃي خبر ڏي، متان منھنجو انتظار ڪيندا ھجن.
ياڳچند، پانياٿو تہ آفيس مان پير مس ٻاھر ڪيو ھو، تہ

دروازي تي مون موٽر جي ٻيهڻ جو آواز ٻڌو. اتيئي ٻاهريون در کليو ۽ سيٺ پاڻ لنگهي اندر آيو. سڌو پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو. مون پاڻيو ڪا شيءِ پلجي ويو آهي، اُها ڪڍڻ آيو آهي. آءٌ پنهنجي ئي ڪم ۾ رُڌل رهيس. آخر منهنجو ڪم لٿو ۽ آءٌ به اُٿيس. پر سيٺ واري ڪمري وٽان لنگهيس ته ڇا ڏٺم ته بتي ٻٽي ٻري ۽ در کليو پيو هو. مون ڀانيو سيٺ ٽڪڙ ۾ ئي هليو ويو آهي. آءٌ بتي وسائڻ سانگي لنگهي اندر— [هٻڪي، گهگهي آواز] يا خدا —

ماجسٽريٽ: هائو، اُتي تو ڇا ڏٺو؟

رفيق: [جوش ۾] آءٌ اندر ٽپيس ته منهنجي نظر وڃي تجوريءَ تي پيئي. مون ڏٺو تجوريءَ جو در کليو پيو هو ۽ جواهرات هٽي ڪانه. آءٌ ٽپرس جو ماريو، سامهون نهاريندو، اڳيان وڌيس ته ميز جي پٺ ۾، منهنجو پير وڃي ڪنهن شيءِ کي لڳو. جان ڪٽي هيٺ نهاريان — توبه — [منهن ڪٽي هٿن ۾ ٿو لڪائي.]

ماجسٽريٽ: هائو؟

رفيق: سيٺ خون ۾ ٻٽي ترڳيو. جسم ۾ اڃا سندس جان هٽي. مون سيٺ کي اُٿارڻ جي ڪوشش

ڪئي. منهنجا ڪپڙا ۽ هٿ رت ۾ ٻڏي پيا. اوچتو منهنجي نظر سندس پيٽ تي پيئي. پيٽ ۾ ڇُريءَ جو ڦر ڏٺل هو. ڇُري مون ڪڍي ٻاهر ڪئي.

ماجسٽريٽ: [ٽڪڙو] ڪهڙي ڇُري هئي؟ تو سڃاتي؟

رفيق: سائين ڇري ٻنهي دفتر جي هئي. داڳينن جون رسيون انهيءَ سان ڪپيون هيون.

ماجسٽريٽ: پوءِ؟

رفيق: آءٌ وائڙو ٿيو نهاريان پيو، ته اوچتو ٻاهرين در تي گوڙ ٿيو، ۽ پوليس وارا اندر لنگهي آيا. ٻاگچند سائين هو. مونکي اچي پڪڙيائون. ڇي خون تو ڪيو! پر خدا شاهد آهي، سيٺ جو خوني آءٌ نه آهيان. آءٌ خون ڇو ڪريان؟ خون مان مونکي ملڻو ڇا ٿي؟ آءٌ ڏينهن ٻن ۾ سيٺ جي نوڪري ڇڏڻ وارو، آءٌ وينو انسنا ڪريان ته نوڪري هندستان کان ٻاهر ڇنايان. ذري گهٽ منهنجو ٻلو ٻه ٿيو هو. آءٌ پيو وڃار ڳڻيان ته بااقبال، ٻارن ٻچن سوڌو، سفر تي ٿو چڙهان. آءٌ سائين خون ڪريان، سو ڇو؟

ماجسٽريٽ: اُنهي رات ڪوٺيءَ مان ڇهين لکين

جا جواهر چورائجي ويا.

رفيق: هائو.

ماجسٽريٽ: هيلتائين تہ أنهنجو پتو بہ ڪونہ هو.

رفيق: جي.

ماجسٽريٽ: هائو. پاڳچند جو پنهنجي زبانيءَ ۾ چيو هو، تہ سيٺ جي اوهانجي گهر ڏانهن نيت صاف نہ هئي، ۽ تو سيٺ جي نوڪري بہ انهيءَ ڪارڻ ڇڏڻ تي گهري، اها ڳالهہ سچي هئي؟

رفيق: هائو، پر انهيءَ جوهن ڳالهہ سان ڪهڙو لاڳاپو؟ برابر هي شاهوڪار سيٺيون، ناڻي جي نشي ۾ مخمور، حلال حرام جو ويچاندر ڇاڻنهي ڪونہ؛ ويچارا فريب، پاڻ سندن حرص ۽ هَوَس جو شڪار، انهيءَ ۾ غريبن جو ڪهڙو گناهہ؟ اسين سائين ڌن مال وارا ڪري نہ هئاسين، پر انهيءَ هوندي بہ هڏ اسانجو پورو نہ هو. مهڙي مالي ڏڪيءَ جي جهجهي ڏنل هئي. ننگ ناموس وارا هئاسين؛ بلڪ سکيا آسودا هئاسين. منهنجي ويچاري گهرواري، اڪابر پڙهيل ۽ آزاد خيال هئي. ننڍي هوندي نيپاج سندس ڪلڪتي جي هڪ ناميارِي تعليم گاهہ ۾ ٿيو. پردو ڪانہ واريندي هئي؛ ٻاهر اندر

ايندي ويندي هئي ۽ ٻين مردن سان ڪلهي منهن ڳالهائيندي ڪندي هئي. انهيءَ ڪان ڪيس عار ڪونه هو. پر انهيءَ هلت جو وجهه ورتي، سيٺ شام لعل هڪ ڏهاڙي وٽس لنگهي آيو ۽ ڪيس اچي ڪا نوجائيءَ جي آڇ ڪيائين. تو ٻـــ آءٌ رات جو گهر موٽيس ته سيٺ جي ڪُڌائيءَ جو پرو پئجي ويم. انهيءَ ڪارڻ اسان ستت ئي نه رڳو سيٺ شام لعل جي آءٌ نوڪري ڇڏيان، پر پنهنجي عزت آبروءَ ننگ ۽ شرم جي خاطر هن شهر جا وٽئي ڇڏي هليا وڃون.

[سپاهي ٻاهران اچي جيلر کي ڪاغذ تڪر تو ڏئي. جيلر ڪاغذ ماجسٽريٽ کي ڏيکاري تو، ٻنهي جي وچر سس پس هلي ٿي. جيلر ٻاهر نڪري ٿو وڃي.]

ماجسٽريٽ : رفيق، ٻيو ڪي ڇوڻو اٿيئي؟

رفيق : سائين، هڪ سوال ـــ

جامسٽريٽ : هائو.

رفيق: [دلسوزيءَ سان] سائين، دنيا ۾ عدل آهي؟ بلڪ الله وٽ انصاف آهي؟ مونتي جيڪا پري آئي، مونسان جيڪو انڌير ٿيو، آءٌ ڏسو ٿا، منو ڪوڙو سهان

ويٺو. پر جڏهن خيال ٿو ڪريان ته ويچارن ٻارڙن ۽ سندن ماءُ جو مونکانپوءِ ڪهڙو حال ٿيو هوندو، تڏهن دل چاڪ چاڪ ٿيو پوي. اِهو درد آءٌ سهي نٿو سگهان. ڇوان ويچارا ناز جا نپايل ڪهڙن واڳن جي وچي وات پيا هوندا! سائين، هي به ڪو انصاف ڇمبو جو هڪڙن جي گناهن جون سزائون ٻيا پيا ڀوڳين؟ هي به ڪو عدل ڇمبو جو گنهگار وٺن ڇڙواڳ ڦرندا، ۽ بيگناهه وٺن عذاب سهندا؟ تانجو نوبت اتي وڃي رسي جو اهي نياڻا انسان، پنهنجي نالي، پنهنجي اسم کان به برطرف ڪيا وڃن، ۽ بيجان شين کان به بدتر، رڳي هڪڙي انگ، هڪڙي، نمبر سان پيا پڪارجن! "پنج سـو ست، پنج سـو ست،" اِنهيءَ هڪڙي انگ ۾ ڪيڏو نه دل ڏاريندڙ ڀيد رکيل آهي! اِنهيءَ هڪڙي انگ ۾ ڪهڙا نه دل شڪن خيال سمايل آهن! اِنهيءَ کان بهتر ڪين هو جو آءٌ ڪو جهنگ جو جناور هجان ها؟ انهيءَ حالت ۾ ڪم از ڪم آزاد رهي، پنهنجي حق پيدائش کان محروم ته ڪين ڪيو وڃان ها؟ پنج سو ست، پنج سو ست!

[ماجسٽريٽ جي اشاري تي حولدار رفيق کي هوريان هوريان پاسي واريءَ ڪوٺيءَ ۾ وٺي ٿو

وڃي. رفيق "پنج سو ست، پنج سو ست،" چوندو وڃي. حولدار به وڃي ٿو ۽ در بيڪيو ڇڏي. ٻئي پاسي وارو ٻاهريون در کلي ٿو ۽ پوليس صوبيدار اچي ٿو. سندس پٺيان چيلر به اچي ٿو.]

صوبيدار: [ماجسٽريٽ کي سلام ڪري.] سائين، اچي ويو؛ پر بلڪل ڪمزور آهي. ڊاڪٽر چيو ٿي ڏينهن به مس ڪڍي.

ماجسٽريٽ: [زور سان پر جهلي جهلي] تڏهن ته قسمت وارو ڇٽو! چڱو، اندر وٺي اچوس. [صوبيدار وڃي ٿو. سرشتدار کي] تون بيو پنو ڪڍ. هن جي به زباني وٺبي.

[ٻاهريون در کلي ٿو. به سپاهي هڪ ضعيف مريض کي وڏيءَ ڪرسيءَ تي اندر کڻي ٿا اچن. عمر جو هرويرو ايڏو وڏو ڪونهي؛ پر ٻري ڪندا تي ويو آهي. ذري ذري پيو کنگهي. ٽنگن تي قيمتي دشالو، بدن تي ٻري ملهه وارو گرم ڪوٽ، گلي ۾ ريشمي مفلر، ڏسڻ ۾ شاهوڪار پيو. ڪرسيءَ جي

پاسي کان سفيد ڪپڙن ۾ نرس بيٺل آهي،
جا ڪرسي ڪمري ۾ رکجي ٿي ته مريض کي
وهي سٽوڪري تي ويهاري، ۽ سندس ڏشالو
ناهي. سپاهي پري ٿي ٿا بيهن ۽ جيلر جي
اشاري تي نڪري ٿا وڃن.]

ماجسٽريٽ: [مريض کي] اچي رسيئو؟ اسين ته
اوهانجي لاءِ منتظر هواسين.

مريض: [کنگهي تڪليف سان] هائو پر مونير
طاقت ڪانهي جو اوهان سان گهڻو سوال جواب ڪريان.
جيڪي پڇڻو هجي سو جلد پڇو. آءٌ هلڻ هارو ۽
منهنجو حال ڪونهي،

ماجسٽريٽ: [ڪاغذ ڏيکاري] هيءَ ڪاغذ اوهانجي
هٿ اکري آهي؟

مريض: [ڏسڻ ڪانسواءِ پري ڪري] هائو، هائو.
منهنجو آهي، منهنجو آهي. مون اهو آفريڪا ۾ لکيو
هو ۽ ٻمبئيءَ جي پوليس ڏانهن اُتانئي روانو ڪيو ويو.

ماجسٽريٽ: چڱو. هاڻي واردات واري رات جو
بيان اسين اوهانجي واتون ٻڌون، اُنهيءَ کان اڳي آءٌ
اوهانکي چتايانٿو ته اوهين جيڪي به چوندو اُهو سڀ

قانوني ريت اگر ٻه اگر اسانجو شرشتدار قلم بند ڪندو ويندو.

مريض: نه نه، اوهين ڏپ نه ڪريو. مونکي ڪنهن به ڳالهه ڪان انڪاري نه ٿيڻو آهي. انهيءَ ڪاغذ تي منهنجي صحيح پيٺي آهي. نه، اوهين ڏپ نه ڪريو. انساني قانون جي حد آءٌ اورانگهڻ تي آهيان؛ انهن قانوني ڏڙڪن جو اثر مونتي هيئنر نه ٿيندو. شڪر، شڪر.

ماجسٽريٽ: پهلا بيان شروع ڪريو. [سندس ڪمزور حالت ڏسي] پر زياده تڪليف نه وٺو. رڳو ايترو ٻڌايو ته خون ڪهڙيءَ ريت ٿيو.

مريض: [ڪنگهي تڪليف سان] سيٺ ڪي آفيس جي در وٽ موٽر مان لهندو ڏسي آءٌ به سندس ڪيڏي اندر هليو ويس. سيٺ پنهنجي ڪمري جو در کولي، تجوريءَ جا طاق پٽي، منجهائنس جواهرات سڀ ڪيڻ لڳو. آءٌ حيران پريشان، ته خود ڪوڻيءَ جو خاوند، هھڙي بيگاه مهل، هيءَ ڪارروائي ڇو ٿو ڪري! سيٺ جواهرات سان ڳوٿريون ڀري، در ڏانهن

منهن ڦيرايو ته آءٌ جو در جي چوڙٽ ۾ لڪو بيٺو هوس، ته مونتي نظر پئجي ويس، ۽ پانيانئو ته مونکي ڏسي سيٺ هڪيو. پاڻ جهلي مونکي پاڻڏي سڏيائين. مونکي ٻڌايائين ته آءٌ هيءَ هلت ڇو تو هلان. ڪن ڀل اڳ پئرس مان ڪا ڪيس تار آئي هئي ته ڪوٺي اوهانجي ڏڪاڻجي ويئي. مونکي هنئر پتو پيو ته سيٺ جي ڪارخاني جو هَلَتُ سڀ ڏراوت واري پئسي مان ٿي تي هليو. مونکي هنئر ڄاڻ ٿيو ته سيٺ جا هيترا بنگلا، هيتريون موٽرون، سيٺ جي هيڏي لوڏ، سڀ پرائي پئسي تي مبني هئي. هنئر جو پئرس واريءَ سندس ڪوٺيءَ ڏيوالو ڪڍيو، ته وٽس ايترو ناڻو هوئي ڪو نه، جو لهڻيدارن سان ڪٽي پنائي. انهيءَ لاءِ سٽ سٽي هئائين ته هتي ٻڌ يوالپٽي ۾ جو وڃان، انهيءَ ڪان جواهرات ساڻ ڪري، روءِ پوش ٿي، ڪيڏانهن ڀڄي ڇوٺ وڃان. مون جو ڪيس ڏسي ورتو هو، سو آڇ ڪيائين ته پاڻ سان گڏ وٺيو توکي به ٿو هلان ۽ جواهرات مان به پتي ڏيندو سانءِ. مون آنهن ڪئي. جواهرن جي ٻوتري ڏيئي، مونکي چيائين ته پنئين در ڪان نڪري ڪتي لڪائي اچ، جتي مکيه ڪاروباري جنهن پاسي واري ڪمري ۾ ولائت جي ٽپال پئي لکي،

اُنهيءَ کي ڪوشش نه پوي. [ڪرسيءَ تي ٽڪل ٽڪ نظر اچي.]

ماجسٽريٽ: پوءِ؟

مريض: آءٌ جواهرن جي ڳوٺڙي کڻي اچي ٻاهر نڪتس ته منهنجي دل ۾ هڪڙا عجيب بُڇڙا خونخوار خيال ڦري آيا. پاڻ کي ٿو چوان: هَيا، چوريءَ ته هونئن به ٿو ڪرين، پوءِ ڪهڙو چور، سو لک چور. هنئر ڳوٺري تنهنجي ٻلي، ڳوٺري کڻي اتانئي پسار ٿي وڃ. انهيءَ چوُنگ تي مون ٿوري دوڙ به پاتي؛ پر وري مونکي پيو ڊپ لڳو. چيم: شام لعل پاڻ ڏٺي، پوليس ۾ وڃي دانهن ڏئي، ته ٻئي ئي ٽنگون ڪاٺ ۾؛ اُتلو جان جي ڪيٻت. انهيءَ لاءِ سيٺ جي ڇٽي پٺاندر ڳوٺري ڪٿي ٿانئيڪي رکي، مون وري موٽ ڪاڍي. آءٌ سچ ٿو چوان، اُنهيءَ گهڙيءَ تائين مونکي خواب خيال به نه هو جو آءٌ خون ڪريان. [بلڪل هيٺ نظر ٿو اچي. ڪرسيءَ ۾ ڪري ٿو پوي.] پاڻي.

[جيلر اندران پاڻيءَ جو گلاس آڻي نرس کي ٿو ڏئي، جا هوريان هوريان مريض کي آهستي اُٿاري، سنڀال سان کيس پياري ٿي.]

مريض: [ڪن ترسي اُتي ٿو ويهي، ۽ نرس کي اشاري سان هٽائي ٿو ڪري.] مون جڏهن موٽي ڪمري ۾ پير وڌو ته ڇا ڏسان ته سيٺ ميز مان ڪاغذ ڪڍي ڦاڙي ڦٽا پئي ڪيا. ڪاغذ ڦاڙي رهيو، ته مونکان ماچيس گهريائين. ماچيس مون وٽ هو ڪونه. چيائين ته پاسي واري ننڍي ميز جي خاني مان ڪڍي وٺ. ميز جي خاني ۾ هٿ مناڙيندي، ماچيس جي عيوض منهنجي هٿ ۾ ڇري اچي ويئي. انهيءَ ڇريءَ سان داڳينن جون نوڙيون ڪپيون هيون. [جوش ۾] مونکي الهجي ڇا ٿيو، ڇري ڪڍي— ڪڍي— [ڏکي ٿو ۽ ڪرسيءَ ۾ ڪري ٿو پوي.]

ماجسٽريٽ: بس، اسان سڀ سمجهيو.

مريض: [وري اُٿي، جوش ۾] باقي رهي هڪڙي ڳالهه. اهي جواهر ڪڍي مون وڃي ڏيساور ڏوريا. اُتي واپار ڪيم، نالو ڪڍيم. پر دل اندر منهنجي آرام نه هو. اندر واري جا گهمت اندر پيا گهوڙا پوندا هئا. حياتي سموري منهنجي وه ٿي پيئي. لکين روپيا مون دان ۾ ڏنا، هنڌ پنڌ مون مندر اڏايا، شهر شهر ۾ مون اسپتالون کوليون، پر اندر واري کي ڪٿي ڪا تسلي ٿئي، اندر واري کي ڪري ڪو آٿت

اچي! بنهه نه. اندر واري جي ڦٽ لعنت مونکي پر
ڪري وڌو. منهنجي ڏڌهن به اڪ پٽي ڪا نه.
مونکي اجا به اُميد هئي ته دل جي آسمان مان هي
غبار نيٺ لهي ويندو. پر قدرت جي پاران صفائي
مونسان بيءَ ريت ٿيڻ لڳي. منهنجو هڪڙو ئي
سڪيلڌو، جنهنجي لاءِ مون پَڙ پاتا هئا، جنهنجي لاءِ ئي
مون مايا ٿي ميڙي، اِنفليوئينزا ۾ اچي ورتو، ۽ جدائيءَ
جو داغ ڏيئي، مونوٽان سداءِ جي لاءِ موڪلائي ويو.
[روئي ٿو.] هنئر منهنجن اکين تان پٽي لٿي. هنئر مون
جاتو ته جنهن ناسونت نالي لاءِ مون ڏرم ڌوتو، مون هيتري
ڌوڙ وڌي، اُهو ته نيبهه ٽيڙوئي ڪونهي. [ذرو ترسي]
وري به ڪٽي ڏڪ ۽ پڇتاءَ جو سهارو وٺان، سو نه. اُنهن ڪان
آءٌ اُٿلو لڪڻ لڳس. انهيءَ لڪلڪ سورنءُ مون ڪري
شراب تي زور رکيو نتيجو اِجهو [پنهنجا هٿ پير
ڏيکاري] هي نڪتو. ٽنگون پير منهنجا نپٽ نيسائجي
ويا. انهيءَ حالت ۾ موت کي پاڻ مٿان هڪيو حاضر
ڏسي، هن بيگناهه انسان جو مونکي ويچار ٿيو، جو
منهنجي ڪٽي جو ڪيتو اجا پيو لوڙي. مون اُمالڪ
اُهو ڪاڳر هيڏانهن ڏياري موڪليو؛ ۽ آءٌ پاڻ به انهيءَ

حالت ۾ آفريڪا کان سڏ و بمبئيءَ روانو ٿيس؛ جو پڌم ته هن ويچاري بيگناه جي ڇوٽڪاري لاءِ منهنجي حاضريءَ جي نهايت ضرورت هئي. بمبئيءَ کان مونکي سڏو هتي وٺي آيا. سارو قصو—

[ٿوري دير بلڪل ماٺ ٿي ٿي وڃي. نرس مريض کي آرام وٺڻ لاءِ ليٽائي ٿي. ماجسٽريٽ خيال ۾ پسار پيو ڪري.]

ماجسٽريٽ: [ذرو ترسي] پلائي نپت نه ڪجي، آنهيءَ کان وري به بهتر آهي ته پلائي دير سانئي ڪجي. [مريض ڏانهن نهاري.] هاڻ هتي هڪڙي شخص کي آڻبو. منهنجو مطلب—

مريض: [اوچتو ٽپ ڏيئي] نه، نه— انهيءَ کان مونکي بچايو. هي اندر جا وَڍَ ڪافي آهن. هيڏي پوڳنا پيو پوڳيان، اها بس آهي.

ماجسٽريٽ: [زور سان، پرجهلي جهلي] نهايت ضروري آهي جو هن گهڙيءَ اوهين پئي هڪ ٻئي جي ڏوبڏو ٿيو. ڏسو— [اکين ۾ سندس چتائي نهاري] اوهين هاڻي اچي موت جي ٻنيي وٽ پهتا آهيو. وڃو ته هونءَ به ٿاءُ پوءِ ڇو نه لوڪ سان لاڳاپا لاهيو، انهيءَ کان

اڳيو، ڪنهن بيگناه جي دل تان بار لاهيندا ويو؟

مريض: [بيو چارو نه ڏسي] ڇگو، آءٌ ڪوشش ڪريانٿو.

[ماجسٽريٽ جي اشاري تي جيلر اندرئين ڪمري جو در کولي ٿو. اشاري تي حولدار رفيق کي وٺي ٻاهر ٿو اچي. رفيق ڀهرين جيان نراسائيءَ پر ڪنڌ هيٺ ڪيو، ڪمري جي وچ ۾ اچي ٿو بيهي.]

ماجسٽريٽ: [ذرو ترسي] رفيق، ڪنڌ مٿي ڪر. هوڏانهن نهار. سڃاڻين ٿو ته سامهون ڪرسيءَ تي ڪير وينو آهي؟

[رفيق نهاري ٿو، پر ڀهرين نٿو سڃاڻي.]

[رفيق: [مونجهاري پر، ڏانهس گهور سان نهاريندي] ڪير آهي؟ — ڪير؟ — ڪير؟ — برابر، برابر — يا خدا! — ياڳچند! منهنجو دوست، منهنجو برادر! — [سندس هٿ جهلي چمي ٿو ۽ روئي ٿو.]

ادا ياڳچند ڏس، قسمت منهنجو ڪهڙو حال ڪيو آهي. تون جو منهنجو ننڍي هوندي جو دوست هئين، جنهنکي منهنجا ٻارڙا چاچا ڪري ڪوٺيندا هئا، جنهن

کي منهنجي گهر واري سڳو ياءُ سمجهندي هئي؛ تو منهنجي خلاف شاهدي ڏني انهيءَ لاءِ آءٌ توکي ڏوهه نٿو ڏيان. تو ته اکين ڏٺي ڳالهه ڪري ٻڌائي. پر يا ڳچند، اسانجو ن انساني اکيون اڪثر خطا ٿيون ڪائن. ظاهري نظاري کي حقيقت سمجهي، پاڻ ته ڀلجن ٿيون، پر خود اندرينءَ دل کي به ڀلائين ڀرمائين ٿيون. پوءِ جي دنيا اکين ڏٺي ڳالهه ٻڌي، غلط فهميءَ جي وڪڙ ۾ اچي رهي، انهيءَ ۾ عجب ڪهڙو؟ نه ياڳچند، آءٌ ڪنهنکي به ڏوهه نٿو ڏيان. انسان جي لاءِ پنهنجو ايمان ئي ڪافي آهي. فقط تون، ياڳچند تون، جو منهنجو هر حال ۾ رفيق هئين، تون هڪ وار چئو ته مان بيگناهه آهيان، پوءِ دنيا ڇا به سمجهي، انهيءَ جي مونکي پرواه نه آهي. هڪڙي غمگسار دل، فقط هڪڙي دمساز درد واري دل، ساري دنيا جي ڪوڙيءَ ڳلا خوريءَ توڙي ڪوڙيءَ رضامنديءَ کان زياده اثر ڪار آهي. ياڳچند، چئو ته تون مونکي بيگناهه ٿو سمجهين.

يا ڳچند: [ روئندو ] رفيق، تون بيشڪ گنهگار ناهين. تو جهڙو نيڪ ۽ شريف انسان اڃا منهنجي نظر نه چڙهيو آهي. [ ساٿوٽي ڪري ٿو پٽي. ]

[ سرشتدار اک مان لڙک ٿو اُگهي؛ رفيق
ڪمزوريءَ سبب ڏڏي پيو، تنهنکي جيلروڏي
پاڪر ۾ ٿو وٺي. ماجسٽريٽ پنهنجي دلسوزي
لڪائڻ لاءِ پنيرو ٿيو د ر و ت بيٺو آهي. ]

ڀاڳچند: [ موڳي آواز ] رفيق، جڏهن مون دوستيءَ
جو حق ڪين سڃاتو، نه مون اِهو سمجهيو ته انسانيت
ڇا ڪي چئجي. شڪر جو مرندي مهل ڪجهه فرض
ادائي ڪري سگهانٿو. مان تنهنجي معافيءَ جو طلبگار
ناهيان. اِها نعمت مون جهڙن لاءِ بنهه ڪانهي. مان
پل تـــ پنهنجي ڪيتي جو ڦل پوڳيان. انهيءَ
۾ ئي منهنجي ڀلائي آهي ۽ جڳہ جو ڀلو بہ انهيءَ
۾ آهـــي. [ ڪن مات. ڀاڳچند گهڻو بي آرام نظر
ٿو اچي ۽ ڪرسيءَ تان اُٿڻ جي ڪوشش تـــو
ڪري. نهايت بي آراميءَ سان ٿو چوي.] روشني—
روشني — اڃا ته صبوح آهي. او نده ڇو ٿيندي وڃي؟
آه—آه— د م ٿو گهٽجي. [ ڳچيءَ مان مفلر لاهڻ جي
ڪوشش ٿو ڪري ۽ واڪي سان چوئي ٿو.] رفيق، ڇوري
۽ خون—مو ن—مون— [ ڪري ٿو پوي ۽ ائين ئي
ڪرسيءَ ۾ اوندو ٿي د م ٿو ڏئي. ]

رفيق: [ ڇرين جيان ] ڇا!— ڀاڳچند، ڀاڳچند،
تو کي فرشتو ڪوٺيان يا خبيث؟

[جيلر رفيق کي پاسي تو ڪري. نرس ڀاڳچند
جي نبض ڏسي ناڪار جو ڪنڌ تي لوڏي ٿي؛
سندس منهن چادر سان ڍڪي ٿي. ماجسٽريٽ
جي اشاري تي صوبيدار ٻاهران سپاهين کي سڏي
ٿو، جي ڀاڳچند جو مڙه ائين ڪرسيءَ تي ئي
کڻي ٻاهر وڃن ٿا. نرس ۽ صوبيدار به نڪري
ٿا وڃن. سرشتدار ڪاغذ ميز تي ڇڏي،
قلم قتو ڪري اُٿي ٿو. سندس چهري
مان ڏک ظاهر آهي. ماجسٽريٽ ڪنڌ جهڪايو
گنڀير ٿيو بيٺو آهي. رفيق ڀنڀرو بيٺو آهي.]
ماجسٽريٽ: [رفيق ڏانهن وڌي، نرمائيءَ سان.]
رفيق تون بيگناه آهين، انهيءَ جي ثابتي ملي چڪي.
[رفيق ائين ئي موڳو ٿيو بيٺو آهي.] رفيق ٻڌين ٿو؟
تون بيگناه آهين، آزاد آهين.

رفيق: [مونجهاري ۾] بيگناه — آزاد — [پنهنجن
ڪپڙن ڏانهن نهاري ڪنڌ مٿي کڻي] ڇا سائين؟—
منهنجو — منهنجو هيٺو، گهبرايل دماغ مونکي ڪُوڙا

سپنا پيو ڏيکاري؛ منهنجن ڪنن تي ڪُوڙا پڙلاءَ پيا پون.

ماجسٽريٽ: نه نيڪمرد، تون برابر بيگناهه آهين، آزاد آهين. ' تنهنجي دکي زندگيءَ ۾ قدرت وري هي پيو ڪرشمو ٿي ڏيکاري.

رفيق: [اچا نٿو سمجهي.] بيگناهه — پندرهن ورهيه گنهگارن جي دفعي ۾ داخل، پوءِ بي گناهه! آزاد— پندرهن ورهيه جيئري جهنم ۾، پوءِ آزاد! نه، نه، ائين ڪيئن هوندو؟ اهو رڳو منهنجو وهم آهي.

جيلر: [رفيق کي هٿ ڪانوني] نه رفيق، تون سچ پچ آزاد آهين. وٺيئي اوڏانهن وڃي سگهين ٿو.

رفيق: ڪيڏانهن وڃان؟ آزاد— جڏهن آزاديءَ جو آءٌ مطلب ئي ڀلجي ويو آهيان! آزاد، جڏهن آزادي منهنجي لاءِ نڪمي!

ماجسٽريٽ: رفيق!

رفيق: سائين، اوهين ٻار ڇٿو، آزادي مونکي هاڻ ڪهڙي ڪم ايندي؟ نالو ويو، [ڇاتيءَ تي زور سان هٿ هڻي] نمبر مليو؛ نمبر مليو، نالو ويو. آزادي! جن جي خاطر آزاديءَ جي خواهش هئي، آجائيءَ جي

طلب هئي، تنسان الهجي ڇا ٿيو! خدا ڄاڻي اُهي
ڪٿي رهيا! نہ سندن نالو نہ نشان! آزادي! جنهن ري
جن جي ڪاڻ هئي، جنهجي خدمت، جنهجي پالنا،
منهنجو مرڪ هو، اُنهنڪان — اُنهنڪان — بيوفا قسمت
ڇني ڌار ڪيو. انڌي انساني انصاف مون بي خطا ۽
بي جرم سندو گهر برباد ڪيو. [خيال ڪري روئي
ٿو] جيڪا تقدير! [ڪن ماڻ] هاڻ اوهين خود ڇئو،
منهنجا مشفق، ياڻ ڇئو منهنجا سڀاجها سائين، تہ
جنهنجي سر تي وحشي الزام تہ تون خوني، جنهن کي
گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ پڪاري، چون، ”خوني، خوني،“ اُنهيءَ
کي هن سڪطيءَ آزاديءَ مان ڇا حاصل؟ مونکي اهڙي
آزاديءَ مان ڪهڙو سڪ؟ [انهيءَ سوال سڻون گڏ
ٻانهون ٻ گهيڙي ٿو بيهي.]

جيلر: [منهن ڦيرائي] يا خدا!

[ماجسٽريٽ ڪنڌ هيٺ ڪيو بيٺو آهي.]

رفيق: [جواب نہ ملڻ تي.] خوني! خوني!
پندرهن ورهيہ خوني، جنهنکي بلڪ قيد خاني ۾ ٻہ،
ڏينهن رات، مظبوط زنجيرن ۾ خوفناڪ قيدين سان گڏ
رکيو ويو؛ جنهنجي انسانيت ڪانئس کسي ويئي؛ نہ

جنهنکي دنيا جي خبر، نه جنهنجي دنيا کي خبر؛ جنهنکي — جنهنکي — [روئي] اهو به پتو ڪونهي ته دنيا ۾ باقي ڪو سندس غمگسار آهي يا نه، باقي ڪو سندس دمساز آهي يا نه؟ انهيءَ کي آزادي؟ — آزادي؟ [ناڪار جو ڪنڌ ٿو ڌوڻي.]

ماجسٽريٽ: ويچارو آزاريل انسان! پريا مٽس، دل نه لوڙهه. ڪٿي ٿو چئين ته تنهنجا عزيز، تنهنجا پيارا، تنهنجا سنگي ساٿي، توکي ڏسي خوش نه ٿيندا؟

رفيق: عزيز! پيارا! سنگي ساٿي! ڪير آهن؟ ڪٿي آهن؟ [ياد ڪري] پندرهن ورهيه اڳي هڪ معصوم ٻچڙو هو، هڪ فرشته صفت نياڻي هئي، ۽ — ۽ — اُنهنجي ماءُ. اڄ — [دل ڀرجي ٿي اچيس.]

ماجسٽريٽ: رفيق، تون اُلڪو نه ڪر. تنهنجا ٻار ٻچا اوري ڪٿي اوس هوندا. اسين توکي هر نموني جي مدد ڪنداسين، تون هلي کين ڳولي لهجائين. پنهنجي خاطر نه، ته اُنهن ڏکويلن جي صدقي ئي، همت ڪر. آزادي هڪ املهه وٿ آهي، قدرت جي طرفان هڪ نعمت آهي، جنهنکان انساني انصاف توکي هيترا سال محروم رکيو. هاڻي قدرت جو عدل

اها نعمت وري توکي موٽائي ٿو ڏئي؛ اُنهيءَ جو قدر ڪر. هاڻ توکي وري ٻه دنيا ۾ انسان ٿي رهڻو آهي. [ ڪلهن کان جهلي ] رفيق، هاڻ تون هي نمبر وارا ڪپڙا نه پائيندين.

رفيق: [ نيٺ ڳالهه سمجهي ] هان!

ماجسٽريٽ: هائو. — ۽ نه هتي قيدخاني ۾ گذاريندين. ڏس رفيق، تنهنجي ڏک جو زمانو پورو ٿيو.

رفيق: سچ، سچ، تڏهن آءٌ سچ آزاد آهيان؟— انسان آهيان؟ [ ڪپڙن ڏانهن نهاري ] هنن نمبر وارن ڪپڙن کان مونکي ڇوٽڪو ملندو؟ ڇٽن ديوارن کان ٻاهر وڃڻ جي مونکي اجازت جڙندي؟

ماجسٽريٽ: بيشڪ، بيشڪ.

رفيق: [سندس همٿ ڇمي، اڌ روئندو اڌ کلندو] منهنجا مهربان، منهنجا مشفق، اڄ توهان اُهو ڪم ڪيو آهي، جو پندرهن ورهيه سانده خود خدا نه ڪيو. پندرهن ورهين کان پوءِ اڄ اوهين هڪڙي بيگناهه مظلوم کي نئين زندگي ٿا عطا ڪريو.

ماجسٽريٽ: [ پاڻ ڇڏائي، عملداري نموني ۾ ] چڱو، هاڻ تون وڃي آرامي ٿي. سرڪاري ڪاغذن

تي صحيح وٺي، سياڻي صبوح جوئي توکي آزاد ڪبو. اسانجو سر شتدار پوليس کي ساڻ ڪري، اچ ٿي وڃي تو پتو ڪڍي ته تنهنجا يار ڪٿي ٿا رهن. شل شهر ۾ هجن.

[حولدار کي ماجسٽريٽ اشارو ٿو ڪري، جو رفيق کي جيل خاني واري دروازي ڏانهن وٺي ٿو وڃي. رفيق وري پهرين وانگر نا اُميديءَ ۽ نراسائيءَ ۾ ساڻو ٿيو، پير پير ۾ گهليندو وڃي. توري ويرم بلڪل ماٺ. ڪنهنکي به جرات نٿي ٿئي جو ڳالهائي.

نيٺ ماجسٽريٽ چوي ٿو.]

ماجسٽريٽ: [جيلر کي] اوهين مهرباني ڪري هنن زبانين تي شاهد طور صحيح ڪريو.

جيلر: [ماٺ ميٺ ۾ وڏي صحيح وجهي.]

ڪنهنجي خطا؟ ڪير سزاوار؟ پند رهن ورهيه خوني — ۽ هاڻ —

ماجسٽريٽ: [ميز تان ٽوپي کڻي] هڪ آزاريل انسان!

سر شتدار: [ڪاغذ زور سان بند ڪري ميز تي هٽي ۽ اُٿي] انساني انصاف!

[پردو اُمالڪ ڪري ٿو.]

# مهاڳ
## باب پهو ۽ ٽيون.
## الاهي عدل!

---

## ويس ڏاري
[ٻئي باب ۾ نمبروار]

سرشتيدار
رفيق
بتول
لطيف
يارو
رمزو
شمسي
احسان

وڏا وڻ ۽ وڻڪار جا، جت نانگ سچن ايلا، آتي، عبداللطيف چئي، ڪيا هيڪاين حيلا، جت ڪڙم نه قبيلا، تت رسج رهبرا راهم! شاهم.

## ويس ڏاري
[ٽئين باب ۾ نمبر وار]

رفيق
بتول
رمزو
يارو
لطيف
شمسي

# ڀاڱو ٻيو

[چانڊوڪي رات. فقير ۽ سندس ٻــالڪو
نظر ٿا اچن. فقير ڏوهيڙا پيو چوي.]

فقير: [اندران ئي] سيويو جن سبحان، ويڙ نه وڙهي تن سين،
توبه جي تاثير سين، ترڪي ويا طوفان،
ڏيئي توڪل تڪيو، آڙ لنگهيا آسان،
ڪامل ڪشتيبان، وچ ۾ گڏين واهرو.
[ٻاهر ٿو نڪري.]

[فقير پيو ڏوهيڙو پيو چوي ته رفيق ۽ سرشتدار
هڪڙي پاسي کان اچن ٿا.]

فقير: هڪي ٻانهي ڇت ۾، ٻي جا ڪري الله،
پاڻهه وڃي ڪُن ۾، پاڻهه اُڪاري اوڙاهه،
تهه واحد کي واهه، جو سُتڙ سيئي ڪري.
سرشتدار: رفيق، ترس ته فقير جو ڪلام ٻڌون.
[پاسي کان ٿي ٿا بيهن.]

فقير: هڪي ٻانهي ڇت ۾، ٻي جا الله ڪري،
پاڻهه وڃي ڪُن ۾، پاڻهه ڪنڌيءَ ني،
سُتڙ سي ٻوڙئي، جــي تَتڙ توائي مــڪڙا.
[سرشتدار وڏي ٻالڪي جي ڪشڪول ۾ پئسو ٿو
وجهي.]

سرشتدار: رفيق، هاڻ هل ته نڪري هلون.
[آهستو آهستو نڪري ٿا وڃن.]

فقير: [بالڪي کي، رفيق ڏانهن اشارو ڪري]
ڏس بابا، هي اٿئي تقدير هٿون ڇوٽ ڪاڏل انسان جو
مثال. اوهو! خواب در خواب! سندس شڪسته دل ۾
هنڌ ڇا پيو گذري، تنهنجي جڳهه کي کهڙي سڌ؟

سگهن سُڌ نه سُور جي، گهايل ڪئن گهارين!
پڇل پاسو پٽ تان، وايوڙ نه وارين،
ٻرِ ۾ ٻڃن ٻريءَ لاءِ، هيءَ! هنجون هارين،
سڄڻ جي سارين، تن رويو وهامي راتڙي.

[نڪري ٿا وڃن.]

# باب ٻيو

## ياروءَ جو هٽ ۽ هوٽل

[پردي کلڻ تي هڪڙو غريباڻو ڪمرو نظر ٿو اچي. ساڄي پاسي کان ٻئي ڪمري ۾ وڃڻ جو دروازو جنهن ۾ ياروُ رهي ٿو؛ کابي پاسي کان مٿي ويندڙ ڏاڪڻ واري ڪمري جو دروازو؛ ڏاڪڻ جو هيٺيون پاڳو ڇت کان هيٺ نڪتل؛ پٺئين ۾: ديوار ۾ دڪان جو وڏو دروازو پيو ڏسجي، جو ٻاهر رستي تي کلي ٿو. هيءُ آهي ياروءَ جو دڪان، ۽ ”هوٽل“ جو هيٺيون طبق. هوٽل مٿي آهي، جتي جُوا ۽ شرابخواري ٿيندي آهي، جئن شهر جي غريباڻي حصي جي هوٽلن ۾ اڪثر ٿئي پيو. هوٽل ڏينهن جو بند ٿي رهي، ۽ رات جو مزور ڪم تان موٽن، ته کلي ٿي؛ جتي ڪي ڪاسبي ساز سرود سان محفل مچايو ويهن. هن هيٺئين طبق ۾ ساڄي پاسي اوريرو هڪ ننڍي ميز ۽ ٻه پيڙهل

ٽَل ڪرسيون پيون آهن. ساڄيءَ پاسي، ڀريو، هڪ ڊگهي صندل تي ان، اٽو، گيهه، چانور ۽ ٻيو وکري جو سامان رکيو آهي. ديوار ۾ الماري آهي، جنهن ۾ سوڊا لمليٽ جون ٻاٽليون ۽ ٻيو سامان سجايو رکيو آهي. کاٻي پاسي ديوار سان لڳل هڪ بينچ پيو آهي. ٻئي بينچ ڀرا ٽا پنيءَ کانسواءِ آهن. ڪمري جي وچ ۾ هڪ فانوس ٽنگيل آهي. ٻاهريون دروازو غــريباڻي رستي تي کلي ٿــو. رستي جي ٻئي پاسي ڀڳل ٽَل هڪ طبقا مڪان ۽ ڀُنگا دروازي مان نظر ٿا اچن.

[ٻاهريون دروازو کليو پيو آهي. رفيق بلڪل غريباڻي لباس ۾، جو جيل مان ڇٽڻ کانپوءِ کنهن جهوني پراڻي واري کان هٿ ڪيو اٿس، ۽ سرشتدار تنهنکان بهتر لباس ۾، ٻاهرين دروازي مان اندر اچن ٿا.]

سرشتدار: [هيڏانهن هوڏانهن نهاري رفيق کي، جنهنجو ڀورين جيان نراسائيءَ ۾ ڪنڌ هيٺ آهي] ڏَسُ ته برابر هن مڪان جو مليو. [نظر ڦيرائي] هان! ڀُل ته ڪانه ٿو ڪريان؟— ڀر هيءَ هوٽل آهي يا دڪان؟

ترس. [خيال ڪري] ڇپائون پئي ته شهر جي اُترئين پاسي، جتي مزورن جا پُونگا آهن، هڪڙيائي ڏگهي پڪي سڙڪ آهي — سا ته برابر هيءَ آهي. انهيءَ سڙڪ تي ڇي ڏوچتي جاءِ آهي، جنهنکي ياروءَ جي هوٽل ڪري ٿا سڏين. پي ته ڪا اهڙي جاءِ مونکي نظر ئي ڪان آئي. سڄي سڙڪ تي جايون رڳي پڳل ٽٽل سرن جون ۽ پُونگا هوا. ڪٿن رفيق، هن ڇوري به ته اسانکي پرپان هيءَ جاءِ ڏيکاري؟

رفيق: [هيٺائيءَ سان ڪنڌ ڌوڻي] هائو.

سرشتدار: هون — [نظر ڦيرائي] هتي هوٽل وانگي ميزون ڪرسيون برابر پيل آهن. ڇگو پلاڻ کن ويهون ته سهين. انهيءَ وچم مَن کو اچي وڃي! پوءِ جون ڳالهيون پوءِ سان. [سامهون اچي نندي ميز وٽ ڪرسين تي ويهن ٿا.] رفيق، همٿ ڪر. جيڪڏهن اسانجو شڪ درست آهي، ۽ پوليس وٽان مليل خبر صحيح آهي، ته اِجهو ٿا ڳولهي لهُون.

[اندريون در کلي ٿو؛ هڪ مائي، جان جي ڏيري، جنهنجي بلڪ ڪومائجي ويل ڇهري مان اڳوڻو نمڪ ۽ خاندانيت بهڪي پيئي، پر جنهنجي چال ۽ بيهڪ منجهون از حد

ڏکـــ ۽ تراسائي ظاهر آهن، هڪ اڌ ٻريل
فانوس هٿ ۾ کڻي، ٻاهر ٿي نڪري.]

سرشتدار: شش! خاموش! [پاڻ پنهنجي ڪوٽ
جو ڪالر چڙهائي ويٺي ٿو رهي.]

[ٻنهي جي نظر مائيءَ ۾ آهي. روشني گهٽجي
گهٽجي ويئي آهي، ۽ مائي هنن کي نٿي
ڏسي. فانوس هٿ ۾ کنيو، سامهون ڏاڪڻ
واري دروازي ڏانهن قدم قدم گهليندي،
آخر اندر هلي ٿي وڃي.]

سرشتدار: [چپن ۾] ڪٿي رفيق؟

رفيق: [اُٿي، دل جهلي] يا خدا!ـــ

سرشتدار: صبر. اسان اڃا سندس شڪل ڪا
ڏٺي.

رفيق: [بي آراميءَ سان] نه، نه، منهنجون اکيون
ضرور نگهارڪن ٿيون؛ پندرهن سال!ـــ نه، نه، منهنجو
ڪمزور دماغ مونکي ڪي ڪوڙا چٽ ٿو ڏيکاري!ـــ
پرـــ پرـــ هيءَ دل جي ڪشش! هيءَـــ

سرشتدار: شش! اِجها موٽي پيئي اچي. هاڻ
ڪوشش ڪري شڪل ڏسون ٿا.

[مائي موڙي ٿي اچي. سندس نظر سامهون آهي ۽ هنن کي ڏسي ٿي.]

مائي: [ذرو ٻري کائندي] ڇا کٽي اچان؟ [سندس آواز نراسائيءَ سان ڀريل آهي.]

سرشتيدار: مائي، اسين ته هوٽل سمجهي چانهه ڪوپ پيڻ آيا سين.

مائي: هوٽل مٿين طبق ۾، ٻاهريون دروازو بنيان.

سرشتيدار: ياروءَ جي هوٽل؟

مائي: هائو.

سرشتيدار: هيءَ — دڪان به ياروءَ جو؟

مائي: هائو.

سرشتيدار: يارو ڀاڻ؟

مائي: بازار ۾. [ذرو ماٺ ٿي ٿئي، جنهن ۾ مائي ڪنڌ ورائي موڙي وڃڻ جي ڪري ٿي؛ پر نظر ڦيرائي ڪين ڇڏي ٿي.] چانهه گهرجي ته هلي مٿي ويهو؛ آءٌ هيٺري ۾ تاهي کٽي ٿي اچان.

سرشتيدار: چانهه هيٺان تاهي مٿي آڻي پوندي ڇا؟

مائي: هائو. هوٽل جا نوڪر اڃا نه آيا آهن.

سرشتدار: سو ڇو؟

مائي: هوٽل ڏينهن جو بند رهي؛ ۽ سنجهي جو مزور ڪم تان موٽن، انهيءَ بعد کلي.

سرشتدار: سمجهيو. اسين پلا هتيئي ڇونه ويهون؟

مائي: جئن مرضي. مٿيون ڪمرو سنئو ۽ صاف آهي.

سرشتدار: نه، نه، اسين هتيئي تا ويهون.

مائي: ڀلي.

[دروازي ڏانهن وڌي وري موٽي ٿي. اونده وڌندي وڃي. مائي گهوڙي تان ماچيس کڻي، ڇت جي وچ ۾ ٽنگيل فانوس جي لاهڻ جي ڪوشش ڪريٿي، پر هٿ پهچي نٿو سگهيس. رفيق وڌي فانوس مان بتي ڪڍي ٿو ڏئيس، ۽ سندس منهن ۾ چتائي ٿو نهاري. مائي ڪنڌ کڻي جهڪائي ٿي.]

مائي: [بتي وٺي] مهرباني سائين. [بتي ٻاري ٿي. رفيق ڪانئس بتي وٺي فانوس ۾ رکي ٿو. مائي گهوڙي تان ٻه ڪوپ کڻي اندر وڃي ٿي.]

سرشتدار: [وڌي ٽڪرو] ڪئن رفيق، ڇا ٿو ڀانئين؟

رفيق: شايد. پر پڪ ڪٿي ٿئي؟— پندرهن ورهيه ٿيا! هوءَ ته جوان هئي، حسين هئي، خوش خلق هئي، هيءَ؟— وري هتي؟—

سرشتدار: خير. سڀ ته پڪڙيو اٿئون. باقي به پتو جاڻ پيو. [ترسي] هاڻ ترس ته هن ماڻ کو منجهه ڪڍون ته پاڻ آهي ڪير ۽ هتي ڪري، ڇا پيئي. [سندس پٺي ٿيپي] رفيق دل جهل، منزل بري ڪانهي.

رفيق: [پنهنجيئي خيال پر] اها ڇي جڳ جو ڪاروبار عدل ۽ انصاف تي بدل آهي!

سرشتدار: هاڻ بڌ. موقعو موزون آهي، پيو ڪوئي ڪونهي، اڪيلائي به آهي. تون وجهه وٺي ساڻس وڃي ڳالهيون ڪر. مَنَ ڪو سِرُ اسرار کلي پوي. پاڻ جي اُها آهي، جنهنجي لاءِ پاڻ تلاش پيا ڪريون، ته بوءِ منهنجي هوندي ضرور ڪجهه اٽڪاءُ ٿيندو. تنهنجي آءٌ حال نڪري ٿو وڃان. ڪلاڪ اڌ ڪانپوءِ وري ٿو موٽي اچان. ڪٿي ؟

رفيق: چڱو. پر —

سرشتدار: نه، نه، پيو اُلڪو ڪرئي ڪونه. هتي چاه جو ڪوپ پي، ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي رهه ته

پولو ڪونهي. [گنڀيرائيءَ سان] پر رفيق، حال پاڻ پڌرو نه ڪجائين. هي مڪان خوفناڪ، ڪير جاڻي هوٽل جو مالڪ ڪير! اوري پاري جا ماڻهو ڪهڙا! منهنجي اچڻ جو به انتظار رکجائين.

رفيق: چڱو.

[سرشتدار: سندس پٺي ٺپڙي، ٽوڙڙو ٻاهر ڦيرو وجهي، وري موٽي ٿو.]

سرشتدار: سمجهيئي رفيق؟ ڪنهن به صورت ۾، منهنجي اچڻ کان اڳ، پاڻ پڌرو نه ڪجائين. نڪي هتان چرجائين. هتيئي ويٺو رهج. هتي جا لِتا، هتي جا پَٽَ، تون سڃاڻين ڪين.

[رفيق ننڍي ميز تي ڪنڌ هيٺ ڪيو ويٺو آهي. ٻاهران رستي تان فقير جي ڳائڻ جو آواز ٿو اچي. فقير ۽ سندس ٻالڪو دروازي وٽان لنگهي ٿا وڃن.]

فقير: [ٻاهران] ويچارا واڀوڙ، سدا شاڪر سوُر سين، تاڻين مٿي توڙ، اوري ڪن نه آسرو.

[رفيق جو خيال فقير جي ڳائڻ پر آهي. مائي آهستو آهستو اندران اچي ٿي ۽ به ڪوپ چاهه

ڀا ميز تي رکي ٿي. رفيق ڇرڪ ڀري مٿي
ٿو نهاري ۽ وري نظر جهڪايو ڇڏي.]

مائي: [ڪوپ رکي] اوهانجو همراهه؟

رفيق: همراهه؟— هائو، ڪنهن ڪم ويو آهي.

مائي: ٻيو ڪجهه کپي؟

رفيق: نه. [ڏانهس اک ٽيڏ ڪري نهاري] اهوئي ڪافي آهي. [مائي وڃي وري موڙي تي ته رفيق ڪٽي ٿو ڪنڌ جهڪائي.]

مائي: [موٽي] تڏهن ٻيو ڪوپ هنئر کڻي وڃان؟ چاهه نه ته ٺري ويندي.

رفيق: ڀلي.

[مائي ڪوپ کڻڻ اچي ٿي. رفيق پاڻ سنڀالڻ جي گهڻي ڪوشش ٿو ڪري، پر سندس همت ڏڏي ٿو ۽ ڪوپ جو چپن وٽ اٿس، سو ڪري ٿو پوي. چاهه سب هارجي ٿي وڃي ۽ رفيق ٽپ ڏيئي اُٿي ٿو بيهي.]

مائي: ڇو؟ اوهانجو همت ٻيو ڏڏي! ناچاڪ ٿا ڏسجو. اهڙي حال ۾، هن اٽانگي مهل، گهر کان ٻاهر نه نڪرو ها ته چڱو هو.

رفيق: گهر — گهر — [مائي ڏانهس عجب جي نظر سان نهاري ٿي. رفيق پاڻ سنڀالي ٿو وٺي.] آءٌ — آءٌ — هتي هڪ اَجَنبي مسافر آهيان.

مائي: [ذرو ڏانهس نهاري پنتي موٽي ٿي ۽ ٿڌو ساهه کڻي پاڻمهاڙو چوي ٿي] ويچارو اجنبي مسافر!

رفيق: [اُتي، کيس وڃڻ کان روڪڻ جي ڪوشش ۾] آءٌ — آءٌ اوهانجو شڪرمند آهيان.

مائي: [منهن ڏانهس ورائي، عجب ۾] منهنجا شڪرمند؟ شڪرمند اُنهيءَ جا ٿيو، جنهن ڏک، سک خلقيو.

رفيق: ڏک لاءِ به شڪرمند؟

مائي: هائو، اجنبي مسافر؛ نه ته گذريل سک جي گهڙيءَ جو قدر ڪئن پوي؟

رفيق: سک جي گهڙي! سک! دنيا ۾ سک آهي؟ هيءَ جهان نه رڳو گرم ڳوڙهن جو جوش ڀريو درياءُ آهي! سنسار ۾ سک وري ڪٿان آيو؟ سک ته موت ۾ ئي سمايل آهي. انسان فنا ٿئي، اُنهيءَ کانپوءِ ئي ڪا اُميد رکي سگهجي، جو کيس سک نصيب ٿئي.

مائي: نه اجنبي مسافر. هن سنسار ۾ به سک

آهي، ۽ ڏکيءَ ۾ ڏکي انسان به انهيءَ کي حاصل ڪري سگهي ٿو

رفيق: اهو سک ڪٿي آهي؟

مائي: [ ترسي] گذريل زندگيءَ جي يادگيريءَ ۾.

رفيق: منهنجي اُنهيءَ زندگيءَ جي يادگيريءَ ۾ ته ڏکئي ڏک آهي.

مائي: ته اوهانجي سک جو زمانو انهيءَ زماني کان به ضرور اڳي لنگهي ويو هوندو. هر انسان جي زندگيءَ ۾ سک جي گهڙي ضرور اچي ٿي؛ پوءِ تقدير کي ڏينهن ڪيس ڪلائي، نيٺ شايد وحشي بنايو رلايو ماري.

رفيق: [خيال سان ٿڌو ساهه کڻي] برابر. برابر. سک جي گهڙي پنهنجي زندگيءَ ۾ مون به ڏٺي. [ڏانهس نهاري] اوهان پاڻ به پائنجي ٿو ته ڏک گهٽو ڏٺو آهي. معاف ڪجو، ايترو اوهانجي چهري مان ظاهر آهي. ڏکي انسان جي دل ۾ هزارين حسرتون اهڙيون ٿين ٿيون، جي ڪوشش ڪندي به روڪي نٿيون سگهجن.

مائي: هائو، اجنبي مسافر؛ ۽ اهڙا به گهڻا ئي ارمان ٿين ٿا، جي دل جو دل ۾ ئي سمايا رهن ٿا، ۽

ڪڏهن بہ ظاهر نٿا ٿين.

[ذرو ماٺ ٿي ٿئي. مائي نظر ڦيرائي، آهستي آهستي نڪري ٿي وڃي.]

رفيق: [ڏانهس نهاريندو، سندس وڃڻ کانپوءِ] ويچاري ڏکويل؛ غريب ستايل!

[اتي لطيف ٻاهران ڊوڪيندو اچي. اٽڪل ٻاويهن ورهين جو قداور جوان آهي. مزورن جا ڪپڙا پيل اٿس.]

لطيف: [اندر اچي، اندرئين در وٽان سڏي امي — اما—

رفيق: امي!— امان!— يا خدا!— [ڏانهس نهاري ٿو. لطيف پنيرو آهي.]

لطيف: اڙي ڪو آهي؟ [هيڏانهن هوڏانهن نهاري ٿو. البت نشي پر ٿو ڏسجي. رفيق تي نظر پوڻ تي تہ وڏي اگهيرو ٿو ٿئي. بيپرواهيءَ سان] اڙي هتي ڪو آهي؟ تون ڪير آهين؟ دڪان جو نوڪر آهين ڇا؟

رفيق: نہ، آءٌ هڪ اجنبي مسافر آهيان.

لطيف: اجنبي مسافر! واه! هتي وينو ڇا ڪرين؟—

[نزديڪ اچي، ڪوپ ڏسي] اوهو! چاهه پيو پئين! پلا چاهه ڪنهن ڏني؟

رفيق: مائيءَ.

لطيف: مائي! مائي! [ڪلي] اوهو! منهنجي ماءُ. تڏهن پاڻ هتي آهي. [وري در وٽ وڃي سڏي ٿو] امي — اما —

[بتول اندران اچي ٿي، سندس هٿ ۾ ٽانءُ آهي، جو لطيف کي ڏسي اُتيئي هٿ مان ڇٽي ٿو پوي.]

بتول: [اچي، دروازي وٽ بيهي، اُڪير مان] ڪير — لطيف! [ڏڪ ۾] سو اڄ وري اتين ڏينهين منهن ڏيکاريو اٿيئي. [نزديڪ ٿي اچي. لطيف ڪنڌ هيٺ ڪيو هٿ پيو مهٽي.]

لطيف: [هٻڪي] امي، آءٌ — آءٌ —

بتول: [ڪاڏيءَ کان جهلي، سندس ڪنڌ مٿي ڪري، منهن ۾ چتائي نهاري] وري به نشي ۾؟ [ڏڪ ۾] لطيف، توکي ٿيو ڇا؟ [ڪيس ڏوڏي ٿي] هِهڙا حال پنهنجا ڇو ڪيا اٿيئي؟

لطيف: [اکيون مهٽي، پاڻ کي هوش ۾ آڻڻ جي

ڪوشش ڪري] امي، تون چاهين ٿي تہ مون کي ڪڏهن پنهنجي پاڻکي هن حال ۾ نہ آڻڻو آهي. امي، هيءَ گهر مون ڇڏيو، انهيءَ ڪانپور ــ انهيءَ ڏينهن جيڪو قصو ٿيو، انهيءَ ڪانپور ــ منهنجيءَ دل ۾ خوفناڪ ۽ شرمناڪ خيال پيدا ٿيا. انهن کان آجي ٿيڻ جي ڪوشش ۾ ٿي مون ــ مون ــ. امي، دنيا مونکي مجبور ڪيو، دنيا ۽ تنهنجيءَ حالت.

رفيق: يا خدا!

بتول: لطيف!

لطيف: امي، تون ڪهڙي نہ بهادر آهين! تو اسانکان هن ڳالهہ لڪائڻ جي ڪيتري نہ ڪوشش ڪئي! پر ڳالهہ نيٺ ظاهر ٿي پيئي؛ تنهنجو راز لڪل رهي ڪين سگهيو.

بتول: لطيف، اها ڳالهہ وري مونکي منهن ۾ ڇو پيو ڏئين؟

لطيف: نہ، امي، ڇڏ نہ آءٌ پنهنجي پيڙيل دل تان بار لاهيان. امي، تو پنهنجن ٻارن لاءِ، اسان لاءِ، ڪهڙي قرباني نہ ڪئي؟ هائو، تو پنهنجو ايمان بہ وڪيو ــ اسانجي، نيپاج خاطر، تو پنهنجو دين بہ ڏنو.

اِهو ڏک، ديوانو ڪري مارڻ لاءِ ڪافي ناهي؟ [بتول ڪنڌ هيٺ ڪري بيٺي آهي. لطيف همٿ مهٽيندو، ذرا اڳ وڌ ٿو ڪري. نيٺ ڏک، جي عوض ڪاوڙ ٿي اچيس، ۽ ڀريل بيهي ٿو رهي.] ڏک! ڏک! ڏک، ڇو ڪجهي؟ ظالم دنيا ۾ ڏک، ڪرڻ ناداني آهي. ڏکن، جو ڪهڙو قدر؟ ڏس، تو پنهنجو مادري فرض هيٺري جفا ڪشيءَ سان ادا ڪيو، پر دنيا ڪي ڪو تنهنجو قدر؟ جهان تي ڪو اُنهي جو اثر؟ دنيا! — انساني انصاف تو ڪان پنهنجو وسيلو ڪسي ورتو، ۽ انهيءَ سانگئي بي عدل انصاف توکي ٻئي حقي وسيلي همٿ ڪرڻ جي موڪل به نه ڏني. ساري ڄمار توکي اهڙي هڪ جي حق ۾ اڙيل بڌيل رکيو، جنهنکي پيءُ چوندي مونکي شرم ٿو اچي.

[رفيق ڪنڌ جهڪائي ٿو ڇڏي.]

بتول: لطيف، لطيف —

لطيف: نه، امي آءٌ سچ ٿو چوان. دنيا جو بي عدل انصاف ته ڏس! ڪنهنجي خطا! ڪنهنکي سزا! ڏوهه هُن ڪيو، پر دنيا جي نظر ۾ بي آبرو توکي به ٿيڻو پيو. بي، مروت دنيا نه تنهنجي علميت سڃاتي، نه تنهنجي خاندان جو ڪو لحاظ رکيو. [خيال،

پر، ذرو هيڏانهن هوڏانهن اچي وڃي] نه امي، تون بيڏوهه، تنهنجون واهون سڀ بند، تنهنجي لاءِ بيو چارو هوئي ڪونه. دنيا جيڪا تو سان عقوبت ڪئي، دنيا جي بي درديءَ جنهن اباڻي حال ۾ توکي آندو، انهيءَ جو ويچار ڪنديي، تو تي الزام ڏري نٿو سگهجي. تو جيڪي به ڪيو، انهيءَ لاءِ توکي ڏوهه ڏيئي نٿو سگهجي. ٻارڙن جي پالنا تاتنا خاطر، اهو هٿن تو پاڻ صدقي ڪري ڇڏيو. يارو! يارؤ! نه ڙيءَ، پريو مڙس ميان يار محمد! [ ڪلي تو. ]

بتول : لطيف، نشي جي خمار ۾ الهجي چئين چا پيو.

لطيف : [يڪدم ڦري، ڏانهس نهاري] امي، هيءَ نشي جو خمار ناهي، پر دل جو بخار آهي؛ دنيا جي بي انصاف هلت تي ڏکويل دل جي ڦٽڪار آهي. حيف هن بي عدل انساني انصاف کي!

بعول : لطيف، هوش ڌار!

لطيف : [ڌاڙيان] هوش! هوش دنيا ڌاري. اسين آزاريل بيهوشيءَ ۾ ئي بهتر — پر شال اول ڪا بيهوشي حاصل ٿئي! امي، اسين مفلس، نماڻا انسان، جو نه

هوش ۾ آهيون، انهيءَ سورنءَ ئي، اهو ساڳيو هوش اسانکي پيدائش قياسي روپ ڏيکاري، وحشي بنايو ڇڏي. ڏس، آبرودار دنيا منهنجو ڪهڙو حال ڪيو آهي! لکيل، پڙهيل، بندر تي سارو ڏينهن حيوانن جيان بار کڻان، تڏهن مس بارهن آنا جڙن. سو به ڏينهن سافده روز ملي ته ماني ٽڪر به نصيب، نه ته ڏينهن جا ڏينهن بکون ۽ فاقا. يا نصيب!

بتول: ۾ تون پاڻيهي تو ائين ڪرين. آءٌ ته توکي گهڻوئي چوان ته وري اچي هوٽل جو ڪم سنڀال. هتي ٻيو نه، ته ماني مانيءَ تي تڪي ته کائيندين.

لطيف: هن معلوميت ڪانپوءِ به وري هتي اچي رهان؟ هان، ڪنهنجي گهر رهان؟ پنهنجي ماءُ جي— [زبان روڪي ٿو.] ڪنهنجي هوٽل جو ڪم سنڀاليان؟ هوُ لفنگو، سفيد پوش، بد چال، جنهنکان بلڪ شهر جا بدمعاش به — [منهن ڦيرائي ٿو ڇڏي]

رفيق: [اڌو گابرو اُٿي] هان! [وري ويهي ٿو رهي.]

بتول: لطيف، لطيف،— [ڏانهس هٿ ڊ گهيڙي ٿي.]

لطيف: نه، امي، آءٌ سچ ٿو چوان. ياروءَ جو سير پار آءٌ سڀ ٿو ڄاڻان. توکي به سندس شيطانيت جي اينري سڌ ڪا نه هوندي. پر چڱو جو اهو ذڪر نڪتو. بڌ، هينئر به آءٌ انهيءَ لاءِ آيو آهيان. [ڏانهس وڌي، بلڪل منت سان] امي، آءٌ توکي روز ٿو زور بڌان ته هن جهنم کان نڪري ٻاهر ٿيءُ. ڏهه سال ٿو هتي ڪاٽيا، اهيئي گهڻا ٿيا. هاڻ منهنجي منت مڃ. مونسان گڏجي هل. هي گهر، هي شهر ڪڻن ٻـــ، ڇڏ. ٻئي ڪنهن هنڌ پئي به ڪائيندا سين، پيٽ کي پٽيون ٻڌي دم ڪاٽيندا سين؛ پر هن حرام جي گذران کان ته ڇٽندا سين. اسين ٻار هوا سين، نادان هوا سين، لا چار هوا سين، انهيءَ دڪه جي زماني ۾ تو جيڪي ڪيو، انهيءَ جو ڏوهه توتي ڪونهي. پر هاڻ، تنهنجي هلت منهنجي سمجهه ۾ نٿي اچي. [نرمائيءَ سان] امي، امي، ٻڌاءِ، مونسان هلندينءَ؟

بتول: [ترسي] مونکي رڳو تنهنجيءَ؛ پنهنجيءَ جند جوئي اونو هو ته ڪر ـــ؛ پر مونکي وڏو ويچار ويچاريءَ ـــ

لطيف: ـــ شمسيءَ جو ٿو ٿئي. [ڪلي ٿو.] خوبصورت آهي! ننڍي نيٺي اڻ پرٽيل آهي! ڪيڏانهن هلي

ڏڪا جهليندي! ائين نه؟ آءُ شرابي، بي اعتباري، نه گهر نه ٺڪ، پنهنجي سنڀال ئي نه ڪري سگهان، سو ٻين جي ڪئن ڪندس؟ برابر؟ — پر تون ٻالڻ چئو، امي، تون ٻالڻ ساڳي پر، ته شمسي ٻالڻ پسند ڪري ٿي ته هتي رهان؟ ائين ڪينهي نه تنهنجي خاطر ئي ٻالڻ وساري، گهڻا ڪائي، هتي پيٽي گذارو ڪري؟ سڪول پر رهڻ جي جاءِ ٿي ڏنائونس، اها به ڪين قبوليائين.

بتول: هان! مونکي ته خبر به ڪانهي.

لطيف: توکي وري ٻڌائي ڪئن؟ مونکي به اوچتو احسان وٽان خبر ملي.

بتول: [خيال پر] شمسيءَ جي دل کي آءُ سمجهي نٿي سگهان.

لطيف: پر امي، آءُ انهيءَ کي ڪجهه سمجهانئو، احسان اڃا به انهيءَ کي وڌيڪ ٿو سمجهي. شمسيءَ کي نه فقط دل آهي، پر دماغ به.

بتول: هائو، آءُ ڏسان وينِي ته ڏينهون ڏينهن خيال سندس پڪا ٿيندا وڃن.

لطيف: خير، جيڪي ٿيو سو ٿيو. هاڻ قسمت وري وارو ڪيو آهي. ڏس — [کيسي مان رپيا ڪڍي

ڪڙڪائي ٿو.]

بتول: [دب ۾] هيترا پئسا تو ڪٿان آندا؟

ڪمائين ته ٻارهن آنا روز. چا — چا — چوري —

لطيف: چوري! [کلي کلي اوندو ٿو ٿئي]

چوري! اڙي چوري ته منهنجي سڳي بابي به ڪئي

هئي! [بتول جي از حد غمگين شڪل ڏسي، يڪدم

کل کي روڪي ٿو.] نه، امي، ڊپ نه ڪر، اچا انهيءَ

حد تي ڪو نه پهتو آهيان. نه.

بتول: ته پوءِ هي پئسا تو ڪٿان آندا؟

لطيف: امي، اهو وقت هاڻ پري ڪونهي جو

اسين به دنيا جي منهن ۾ ائين ٿُڪينداسين جئن دنيا

هيترا سال اسانجي منهن ۾ ٿوڪيو آهي. پر اج مونکي

رنگون ۾ نوڪري ملي آهي.

بتول: ڪهڙي نوڪري؟

لطيف: ڪڙين جو جمعدار! [مشڪي] خير. اهو

به لائو ڪونهي. هيءَ اٿيئي منهنجو مهني جو پگهار،

اڳواٽ. [ٽڪڙو] امي، هاڻي هل ته جهٽ هتان نڪري

هلون. هن خبيث جو منهن وري ڪين ڏسنداسين.

شمسي ڪٿي؟

بتول: اڃا موٽي ڪانهي. [اتي اندران گهڙيال پر ست ٽا لڳن. بتول کن ڏيئي نڪاءُ بڌي ٿي.] ست لڳا. لطيف، هنئر تون هتان هليو وڃ. متان فساد نه ٿي پوي.

لطيف: ڇا يارو؟ پر امي— [ڏانهس نهاري ٿو.]

بتول: هائو، هائو، رات جو دڪان بند ٿئي ٿي انهيءَ وقت اچجئين ته پوءِ ڳالهيون ڪنداسين. شمسي به هوندي.

لطيف: يارو نه هوندو ڇا؟

بتول: نه، سنگتي کو ٻاهران آيو اٿس، انهيءَ کي وٺي ويندو شهر گهمائڻ. لطيف، جلد ٿي، ماني کائڻ جي مهل ٿي اٿن. [ڪيس ڌوڪي پوي ٿي ڪري.]

لطيف: چڱو امي، پر ياد رکجئين.

بتول: هائو، هائو [سڏي] لطيف، تون نشو وري متان وٺين.

لطيف: [پنهنوئي] چڱو امي. [نڪري ٿو وڃي.]

[بتول پٺ پر ڪري پيل ٽانو ڪٽي، اندر ٿي وڃي، ته ٻاهران ڪلڻ ۽ ڳالهائڻ جو آواز ٿو اچي.]

رفيق: [گھٽي عجب ۾] عجب ماجرا! اهڙا
ته سڀ پورا ڏنائين!

[يارو ۽ رمزو ٻاهران کلندا اچن. ياروءَ کي
شلوار، پٽڪو ۽ ننڍو ڪوٽ پيل آهي؛ ٿلهو،
قداور مڙس آهي. رمزوءَ کي ڊگھو ڪوٽ،
ٽاءِ ڪالر، ترڪي ٽوپي؛ عينڪ پيل، عمر
اٽڪل چاليهه سال؛ حرفتي نظر ٿو اچي.]

رمزو: [ٻاهرانئي کلندي] واه يارو، نيٺ هارائي
وڌءِ.

يارو: [در وٽانئي] پرواه ناهي، رمزو سيٺ:
”سر سلامت، تو پگڙيان بهت!“ [اندر اچي] اڄ،
هيڏانهن ٿي ويهه ته اسان لاهيون. [وڏي ميز ڏانهن
وڃن ٿا؛ رمزو بينچ تي ٿو ويهي ۽ يارو بيٺو آهي. پٽڪو
لاهي ميز تي ٿو رکي.] تو ٻه آنا ته ٽڪجي پيس. صبر،
آءٌ گلاس کڻي اچان. [گھوڙي تي گلاس نه ڏسي،
اندرئين در وٽ وڃي سڏي ٿو.] ڙي ڪو آهي؟—
[رمزوءَ کي] رمزو سيٺ، تو لاءِ ڇا آڻيان؟ [بتول در
وٽ اچي ٿي، تنهنکي] ٻه گلاس ته کڻي آءٌ. [بتول اندر
وڃي ٿي، تنهنکي وري سڏي] شمسي ڪٿي؟

بتول: اڃا سڪول مان موٽي ڪانهي. [وڃيٿي]

[يارو الماريءَ تان سوڊا لمليٽ جون ٻاٽليون
ڪڍي ٿو ته بتول گلاس ڪڍي موٽي ٿي.]

يارو: [بتول کي] بس، گلاس هتي رک. [بتول گلاس
رکي وڃي ٿي.] هاڻ چئو، رمزو سيٺ، سوڊا يا لمليٽ؟—
[يارو ٽالاوٽند و وڃي ۽ رمزو ناڪار جو ڪنڌ ڌوڻيندو
وڃي] ڇا ٿيو ڪئين؟

رمزو: يارو، چئو، پيو ڪجهه ناهي ڪئين؟
ڪو—

يارو: [ڏانهس هٿ ڪڍي] مسلمان جي گهر ۾؟
واه رمزو سيٺ!

رمزو: [ڪنڌ ڌوڻي، کلي] هون! دنيا کي
تو نگين!

يارو: بابا، ڌنڌي داريءَ جو مطلب ئي آهي
دنيا کي نگڻ! [ٻه ٻاٽليون ڪڍي، گلاس ۽ ٻاٽليون آڻي
ميز تي رکي ٿو.]

رمزو: ڇا، ٻه ڏون پنج؟

يارو: نه ڙي! پنج، پنجان سؤ! [کلن ٿا. يارو
سامهون بينچ تي ويهي ٻاٽليون ڊولي ٿو.]

رمزو: ٻراج ته تنهنجو ڪوڙو ئي اصل اُبتو لڳو.

پنج پنجاهن پندرهن!

يارو: [باٽليءَ تان هٿ ڪڍي] سو ڪئن؟

رمزو: يارو، مون سمجهيو هو ته تون اڃا به اهڙوئي چالاڪ شڪاري هوندين جهڙو اڳي هئين. پر اڄ ههڙو سولو شڪار هٿ مان وڃايو اٿيئي—

يارو: [باٽلي ڪوليندي] بابا، ائين ته ٿئي پيو. آخر ته شڪاري بچائي ڪڏهن ڪڏهن شڪار وڃائيندا! [گلاس ڀري] پر رمزو سيٺ، ڏهه سال تون اصلي واءَ ڇو ٿي ويئين؟ پُراڻن دوستن سان به ائين!

رمزو: يارو، تون به ظلم ٿو ڪرين! مون ڪي ڪهڙيءَ ڪُتيءَ ڪنيو هو جو هُن حادثي ڪانپوءِ هن شهر ۾ وينو ڪنهنکي به منهن ڏيکاريان؟

يارو: پر هُن ڪم ۾ هٿ نه وجهين ها ته تون اڄ شاهوڪار به نه هجين ها.

رمزو: سچ آهي. اُنهيءَ وقت اُءَ رڳو مزور ماٺهو هوس. پر يار، آفرين آهي تنهنجي چالاڪيءَ کي—

يارو: هائو، ۽ تنهنجي هٿ جي صفائيءَ کي به—

رمزو: برابر، جو ٻئي هاڻ مڇيءَ مانيءَ وارا اچي

ٿيا آهيو ن. [ نرڙي، آهستو ] ٻر يارؤ، اسانجي هن ڪار نامي جو هتي ڪنهنکي شڪ ته ڪو نه پيو آهي؟

يارو: [ڪلي] نه ڙي! شڪ وري ڪنهنکي پوندو؟ پوليس وارا ته ٻئسي جا پٽ، باقي ٻئي ڪنهنکي ڇا مجال، جو اسان۾ شڪ آڻي؟ ڪوسس پُس ڪري سهين — [ نرڙيءَ کي گهنڊ ۽ نرڙيءَ تي ڪانيءَ ڦيرائڻ جا اشارا تو ڪري ۽ ڪلي ٿو] سمجهيئي؟ [ٻئي ٺهڪ ڏيئي کلن ٿا ۽ لمليت پڻ ٿا.]

[يارو نظر ڦيرائي ٿو ته اڪ رفيق تي ٿي پئيس، جو پنيرو وينو آهي. اُٿي، آهستو آهستو سندس ميز ڏانهن وڌي ٿو ۽ ميز تي ڪوپ پيل ڏسي ٿو.]

يارو: [رفيق کي] شايد ديرکان وينا آهيو؟ چونه هلي مٿي ويهو؟

رفيق: ڪمزوريءَ سبب ڏاڪڻ چڙهي نٿي ٿئي. اِتيئي آرامي آهيان.

يارو: اوهانجي مرضي. ٻيو ڪجهه کپي؟

رفيق: هائو: سوڊا.

يارو: حاضر. [سوڊا جي ٻاٽلي گهوڙي تان

کٽي، ڪولي، رفيق جي ميز تي رکي، موٽي رمزوءَ ڏانهن ترو وڃي.]

رمزو: [آهستو] ڪير آهي؟

يارو: ڪو گراهڪ آهي. سودا ٿو پڇي.

[يارو ويهي ٿو ته ٻاهرين در مان شمسي اچي ٿي. انڪل ويهين ورهين جي نينگر آهي. سوٽي ساڙهي پيل اٿس، ۽ هٿ ۾ ڪتاب اٿس. اندرئين ڪمري ڏانهن وڃي ٿي ته يارو سڏيس ٿو.]

يارو: [سڏي] شمسي. [شمسي منهن ورائي قدم ٻه ويجهو اچي ٿي.] بابا، اڄ دير سان موٽي آهين؟

شمسي: هائو، سڪول مان اڄ دير سان موڪل ملي. ماستريائڻين جي ميٽنگ هئي.

يارو: چڱو، بابا فڪر ناهي. وڃي آرامي ٿي. احسان سوير وڪي ڪتاب وٺڻ آيو هو. مون چيو مانس ته وري رات جو اچجئين.

[شمسي رفيق جي ڪرسيءَ وٽان الب ت نزديڪ لنگهي اندر ٿي وڃي. رفيق ڏانهس نهاري، اڏ آٿي ٿو ٻيهي.]

رفيق: صبر، صبر، اي بي صبر دل، ذرو صبر!

پهر بن خاطري ڪري پوءِ — [ ويهي ٿو رهي.]

رمزو: يارو ڪهڙي ٻار ڪنهنجو؟

يارو: [ کلي ] تون ڇا ٿو ڀانئين؟ مون جهڙي شيديءَ جو! نه ڙي! رمزو سڀ اهو ٻار، منهنجيءَ — منهنجيءَ گهرواريءَ جو آهي.

رمزو: تنهنجيءَ گهرواريءَ جو، ۽ تنهنجو نه! ڇا "سٽ سٽان سؤ سٽ"؟

يارو: نه، "سٽ سٽان سؤ سٽو نباهه" ۽ مُنهن مٿي ورڪي رُنگ جو!

رمزو: پر مونسان ته تو ڳالهه ئي ڪانه ڪئي ته تون ڪو پرٽيل به آهين.

يارو: پرٽيل! پرٽيو آءُ ڪڏهن آهيان؟ منهنجو ته مائيءَ سان — بندوبست آهي.

رمزو: بندوبست! [ کلي ] ڇا مفت؟

يارو: نه ڙي! مفت ته پٽ به پيءُ جو نٿو ٿئي.

رمزو: پلا؟

يارو: مائي به نه رڳو وڏ گهراڻي آهي، پر لکي پڙهي به ڄاڻي!

رمزو: [عجب ۾] پوءِ ڪُتيءَ ڪهڙي ڪنيس جو توءِ

جهڙي جي وَرِ چڙهي؟ ڪو مت مائٽ ڪو نهيس ڇا؟ ۽ هيءَ ڏيءَ تو مان ناهي ته ڪنهنمان آهي؟ مڙس مري ويو اٿس ڪڏهن؟

يارو: آهستي، رمزو سيٺ، آهستي. سوال جو جواب وٺ. مت مائٽ جي نالي ڪان ته ائين ئي پڇي جڏهن گڏ پڇي باهه ڪان. ۽ بار به اٿس، هڪ پٽ، بي —

رمزو: — ڏيءَ!

يارو: ۽ مڙس به مري ڪو نه ويو اٿس، پر مٿي ڪان به بد حال پر آهي!

رمزو: سو ڪيئن؟

يارو: هو ته خانداني آبرو وارو، پر الهجي کهڙي مت آيس، جو اوندو ڪم ڪري وينو، ۽ هنئر جيل جون پيو هوائون کائي.

رمزو: پر توکي مائي هيءَ ڪيئن چڙهي؟

يارو: پهلي منهنجي نظر مٿس ڪورٽ ۾ پيئي، جڏهن مڙسس تي ڪيس پئي هليو. سندس ناهه نوهه ڏسي، منهنجي دل ترڪي ويئي. پر هوءَ مون جهڙي ڏانهن اک به ڇو تي کڻي نهاري!

رمزو: پوءِ؟

ٻارو: انهيءَ ڪيس واري وقت کانپوءِ مائيءَ کي ٽي چار سال وري مون ڪين ڏٺو. ڪنهن وقت، هتي ويجهڙائيءَ ۾، هڪڙي ننڍڙيءَ غريباڻيءَ جاءِ منجهه، هيءَ مائي ٻارن سميت اچي رهڻ لڳي. انهيءَ ٽاڻي وري منهنجي مٿس اک چڙهي.

رمزو: هان! ڀلا ههڙا حال سندس ڪئن ٿيا؟

ٻارو: مونکي نه خبر پوءِ پيئي. مڙس کي سزا مِلي، انهي کانپوءِ، بدن سندس جُهري پيو. انهيءَ وقت شهر جي اها مٿين پاسي تي رهي. پر ٻار اڃا ڪجهه چاڪ ٿي، ته اچي پٽس بيمار پيو. پٽس پيوئي هو، ته ڌيٺس بنهه مرڻ جي ڪنڌيءَ کي اچي رسي.

رمزو: هان!

ٻارو: داڪٽرن چيس ته شهر ڇڏي هلي وڃ، پر اها ڳالهه هن نه قبولي، جو گهر وارو سندس هتي جي جيل ۾ بند هو

رمزو: ڀلا هيتري مدت گذران ڪئن ٿي ڪيائين؟

ٻارو: مت مائٽ، ويجهو پرانهون، شهر ۾ هوس ٿي

ڪونه اچڻ ڏيندي به ونس گهٽي ڪانه هئي. ٻه اها رهي کهي به خرچي رهي، ته باقي ٻچيس ڇهه ڄڻا. اُهي ٻه ٻن ڇڪن ورهين ۾ پيٽ قوت بلي ڪپائي چڏيائين.

رمزو: آخر؟

يارو: نيٺ اهڙو حال اچي تيس، جو ٻار بک مرڻ لڳس.

رمزو: هان؟

يارو: ها. مونکي ته وجهه تڏهن مليو. چڱو ٿيو، هڪڙي ڏينهن آءٌ لنگهي ويس وٽس. چيومانس جي مونسان بندوبست ڪري منهنجي گهر اچي رهين، ته ٻارن جي پالڻ جو بار منهنجي مٿي.

رمزو: پوءِ؟

يارو: اوڏيءَ مهل ته تپي تپي لوه ٿي ويئي؛ مورڳو منهن ۾ ٿي ڪٽي مونکي درڙ ڏنائين.

رمزو: مار! پوءِ.

يارو: ويچاريءَ نوڪريءَ لاءِ ڏاڍا اُدم ڪيا، پر سڀني جيءَ ڪم ڪانسواءِ پيو ڪم ڪيس ملي نه سگهيو. مون به چيو ڏسان ته هاڻ ڇا ٿي ڪري. جاتم ٿي ته مڙس مائيءَ جو جڙيو، ڪنهسان نڪاح ڪه هونءَ به ڪانه

وجهندي. خير، ڳالهه کي مهنو اڌ تي ويو. اِنهيءَ وقت مائي هتي ويجهڙائيءَ ۾ هڪ سستي جاءِ ۾ تي رهي.

رمزو: پلا!

يارو: هڪڙيءَ رات منهنجي در تي کڙڪو ٿيو. در کوليم ته مائي بيٺي آهي. تپ جان تي ايترو هوس، جو بيهي مس تي سگهي. هت ڪانوڻي مون ڪيس اندر ڪيو.

رمزو: پوءِ؟

يارو: اندر پير ڌرڻ سان چيائين تنهنجي آڇ قبول، پر شرط هڪڙو.

رمزو: ڪهڙو؟

يارو: چي تون نه فقط ٻارڙن کي پالي وڏو ڪندين، پر سندن پڙهائڻ جو به خرچ پريندين. مونکان اِهو به وعدو ورتائين ته آءٌ ظاهر ڪندس ته ٻارڻ منهنجي نڪاح ٻڌي زال آهي، ۽ ٻارن کي به ڪين ٻڌائيندس ته سندن پيءُ ڪير.

رمزو: پوءِ؟

يارو: مون ته ڳالهه ڪٽي قبول ڪئي.

رمزو: واه يارو! حرفت ته واه جي لڙايئي.

يارو: بابا، ”سانووجهه ته دوڙ نڪري!“

رمزو: يـــلا مائيءَ جو پُٽ ڪٿي؟

يارو: پٽ! انهيءَ ۾ مـــون خطا ڪاڌي. ڪمبخت هڪڙي ڏينهن اچي منهنجي سامهون پيو. مون مار ته ڏني مانس، پر جوش ۾ اهو به بڌايومانس ته پٽس ماٽس ڪير آهن.

رمزو: سچ! پوءِ؟

يارو: جوان گهر ڇڏي هليو ويو. وري منهنجي منهن ڪين چڙهيو آهي. انهيءَ جي ته پرواه ڪانهي؛ پر ڇوڪريءَ کي به خبر پئجي ويئي. سچ ڪري پڇين ته هوءَ سڪول واري نوڪري به تڏهن وڃي ڪيائين.

رمزو: يارو تون بيشڪ اُستاد آهين. رمزوءَ کي به رمزون سيکارڻ وارو آهين.

يارو: اُستاد سڳوري جي دعا سان اِها هڪ اڌ رمز ياد اٿم ته ين مان چار ڪٺن ڪجن. اُنهيءَ جي برڪت سان پيٽ پيو پارجي. بس، شڪر آهي!

رفيق: [باٽمهاڙو] هي به الله جا اُپايل اِنسان ٿا ليکجن!

[اتي مٿان هوٽل مان طبلي کي سُر پر آڻڻ جو
جهڪو آواز ۽ هارمونيم جو سُر پڌڻ پر تو اچي.]

يارو: [آواز ٻڌي] واهه! موالي ب اچي ويا.

رمزو: موالي؟

يارو: . نه ڙي! [کلي] روز رات مزور هوٽل پر محفل مچائي ويهندا آهن. حل ته هلي راڳ ٻڌون. ماني ۽ جو پاڻيهي سڏ ٿيندو. [اُٿن ٿا. يارو در وٽ وڃي، واڪي سان] شمسي، ڏي ۽، ماني تيار ٿئي ته مٿي نندي ڪمري پر ڪٺي اچج. اسانکي هوٽل واري وڏي ڪمري مان سڏي ونج. [ڳالهائيندا، ڏاڪڻ واري پاسي کان نڪري ٿا وڃن.]

[مٿي راڳ شروع ٿو ٿئي. هن باب جي باقي حصي تائين ذري ذري ڳائڻ جو ۽ فقط هارمونيم ۽ طبلي جو جهڪو آواز ٻڌڻ پر پيو اچي.]

رفيق: [ڪين ويندو ڏسي] هاڻي ڇا ڪجي؟ اهڃاڻ ته سب برابر آهن. پر پڪ —

[اتي احسان ٻاهران اچي ٿو. ٻگهو ڪارو ڪوٽ ۽ سفيد پتلون پيل اٿس. اٽڪل پنجويهين ورهين جو جوان آهي. هٿ پر

ڪتاب اٿس. هيڏانهن هوڏانهن نهاري،
اندرئين دروازي مان ليئو پائي، موٽي وڃڻ
ٿي آهي، ته اندران بتول جي نظر مٿس پوي
ٿي؛ سا سڏيس ٿي.]

بتول: [اندران] احسان، ٿرسجئين. [احسان ترسي
ٿو، ته بتول اچي ٿي. هٿ اٿي ۾ پريل اٿس.] ڪئن،
احسان، اڄ سوير ڪين آئين؟

احسان: سڪول ۾ دير ٿي ويئي؛ شمسيءَ لاءِ
هي ڪتاب آندا اٿم.

بتول: بيهه ته سڏي وٺانس. منهنجا هٿ —

احسان: مونکي اوهانسان به ڳالهه ڪرڻي آهي.
[ڪنڌ هيٺ ٿو ڪري.]

بتول: مونسان؟ چؤ احسان.

احسان: [ڪنڌ هيٺ ئي] منهنجا — منهنجا —
منهنجون مائٽن جي گذر ڪري وڃڻ پڇاڙان بيو ڪو
اهڙو سڄهيم ئي ڪونه جنهنکي ڪري اوهان ڏانهن،
موڪليان؛ سواءِ ورهين ڪانپوءِ پاڻ ۾ جرات ساري
اوهانکي سوال ٿو ڪريان.

بتول: چؤ بابا، دل کولي ڳالهه ڪر. توُن نه رڳو

اسانجي مرحوم پاڙيسريءَ جو اولاد آهين، ۽ ٻئي ڌيئرون ورهين لاڪون منهنجي لطيف ۽ شمسيءَ جو سچو سنگتي به آهين. شمسيءَ کي سڪول ۾ نوڪري به تو وٺي ڏني. احسان، تنهنجا اسان تي وڏائي احسان آهن. اهڙو ڪو منهنجي ڪرڻ جوڳو ڪم هجي ته بيحجاب چئي ڏي.

احسان: [هٻڪي] اڄ مونکي هيڊ ماستري ملي آهي.

بتول: [خوش ٿي] سچ! تڏهن ته مبارڪون هجنئي!

احسان: خير مبارڪ. [ترسي] اوهين بي ادبي نه سمجهو، ته هاڻي آءٌ شمسيءَ جي ٻانهن جي گهُر ڪريان.

بتول: [ڪو وقت خيال ۾ پئجي] نه، نه— مونکي ته انهيءَ ۾ ڪو به اعتراض ڪونهي. [نزديڪ اچي] ٻاڻي احسان، آءٌ جيڪر چاهيان ته تون پنهنجو دل مَن ٻڌي، پوءِ هيءُ قدم کڻين. آءٌ پنهنجي ورهين جي آزمودي مان سمجهانئي ته سک هرويرو شادي کيل زندگيءَ ۾ ڪين اچي موڙهو آهي. شاديءَ جو ڳنڍ

ٻچيءَ ۾ و جهي، ڀاڳڪي آهي ساري ڄمار پابند ڪرڻو.
[احسان ماٺ ڪيو ويٺو ٻڌي. بتول ٽرسي، خيال
سان.] آءٌ ڀاڳڪي خوش نصيب ٿي سمجهان جو تو جهڙو
منهنجي شمسيءَ لاءِ ڳُهر تو ڪري، پر آءٌ ها ڪريان
انهيءَ ڪان اڳي، سندس دل جي خبر به هوڻ گهرجي.
[ڏانهس نهاري] توکي ضرور عجب لڳندو، ته آءٌ پراڻي
زماني جي پوڙهي زال، هي ڇوان ڇا پيئي. پر توکي
اينري ته خبر آهي ته آءٌ پڙهيل لکيل آهيان. زماني
جي گردش به گهڻيائي ڏٺي اٿم. تقدير پرائين هو ته
پنهنجي زندگيءَ جو سڀ کان وڏو سبق تجربي جي
مڪتب ۾ سکان. بابا، توکي خبر ناهي ته اهو سبق
ڪهڙا ڏک ڏاجهرا ڏسي مون حاصل ڪيو. خير،
تقدير سان ڪا تدبير! [ذرو ماٺ. جڏهن اڳيئين وقت
جي يادگيري پوندي وئيس، تڏهن سندس آواز اڙائنو
ٿيندو ويو.] بابا، شڪل ڏسي متان ڀُلجين؛ متان
اهڙي خطا ڪائين جهڙي قسمت مونکي ڪرائي. متان
تنهنجا رفيق ۽ غمخوار به وقت پئي بيءَ طرح جا
نڪري پون! [١] [اکه مان هٿ جي پٺيءَ سان لڙڪ ٿي
اُگهي.]

احسان: مون اوهانجو مطلب برابر سمجهيو ئي ڪونه؛ پر جيئن چئو تيئن ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.

بتول: [خيال ڪري] ڏس بابا، تون لکيل پڙهيل، هوش وارو سمجهو ٻار آهين. تنهنجي غير تمنديءَ ۾ مونکي پورو ڀروسو آهي. منهنجي شمسي به تنهن زماني جي نينگر آهي. پڙهيل لکيل آهي؛ اجاڻ ڪانهي. ڪيس پنهنجا خيال آهن. تنهن ۾ آءٌ چاهيان ته اِها ڳالهه تون پاڻ ڪانئس پڇ. حياتيءَ ۾ مون اينترا ڏک ڏٺا آهن، جو ٻئي جي دل جي جوابداري پاڻ تي کڻڻ نٿي گهران.

احسان: [عجب ۾] پر خلق —

بتول: خلق! خلق جي راءِ تي هلڻو، انهيءَ جي معنيٰ اِها ڪانهي ته هرو ڀرو سچائيءَ ۽ ڀلائي جو رستو اختيار ڪرڻو. آزمودو ته انسان کي ائين ٿو سيکاري ته خلق اڪثري عقل هوندي به اجاڻ اکين هوندي به انڌي. نه احسان، خلق جي خواريءَ کان آءٌ هاڻ نٿي ڊڄان. شايد ٻيون مائر ائين نه ڪن؛ پر جنهن ماءُ کي حياتيءَ جو مون جهڙو آزمودو، اُها هيءُ ئي رستو اختيار ڪندي. آءٌ ڄاڻان ٿي ته لوڪ لڄ به ڪا چيز آهي؛ پر اُنهيءَ جي پيٺ ۾ سچائي ۽ .

ٻار جي زندگيءَ جي آسودگي سرس ٿي آهي.

احسان : جيڪا اوهانجي مرضي.

بتول : هائو، هنڌ اڪيلائي آهي. تون ٿرس ته ڪيس هيڏانهن موڪلي ڏيان. دل ڪولي ڳالهه ڪجو. [وڃي موٽي ٿي] پر ياد رکجئين احسان، اوهان ٻن جي وچ ۾ ڇا به وهي واپري، اوهين ڪهڙي به فيصلي تي اچو، پر هر حال ۾ اسين تنهنجا مرندي دم تائين شڪر گذار رهندا ايندا سين. تنهنجا مائٽ گذاري ويا، تو مونکي پنهنجو مائٽ ڪري سمجهيو. [احسان جي دل ڀرجي ٿي اچي. بتول وڃي ٿي.]

[ستار ساز جو جهڪو آواز پيو اچي. احسان خيال ۾ آهي ۽ مٿو هٿن ۾ جهلي اورئين بينچ تي ويٺي ٿو رهي. شمسي اندر اچي ڌرو ٿرسي ٿي.]

شمسي : [ٿرسي.] احسان، ڪهڙي خيال ۾ آهين؟

احسان : [ڇرڪ ڀري] نــه، مون — مون — ته فقط هيءُ سريلو آواز ڪن ڏيئي پئي ٻڌو. ساز جو به اثر عجب ٿو ٿئي.

شمسي: [ڪنڌ جهڪائي] هائو، احسان.

احسان: شمسي لئبرريءَ مان تنهنجي لاءِ هي ڪتاب آندا اٿم؛ [شمسي ڪتاب وٺڻ لاءِ هٿ ڊگهيري ٿي.] ۽ شمسي —

شمسي: هائو، احسان.

احسان: توکي ڪي چوڻو اٿم. [شمسي ماٺ ڪيو ويٺي آهي.] ڇا، توکي ٻڌايائين ڪين؟

شمسي: ڪنهن؟ اميءَ؟ نه.

احسان: شمسي آءٌ — آءٌ چاهيان ٿو ته اسين ٻئي هڪ ٻئي جا ڏک سک ۾ ساٿي ۽ دمساز ٿي رهون.

شمسي: احسان!

احسان: [سندس هٿ ڪانوني] سچ شمسي — ساري عمر لاءِ.

شمسي: [نرمائيءَ سان هٿ ڇڏائي ۽ پاڻ سنڀالي] تنهنجي — مهرباني. پر ائين ٿي نٿو سگهي.

احسان: ڇو شمسي؟

شمسي: [منهن ڦيرائي ذرو ترسي ٿي، پوءِ ڏکيائيءَ سان چوي ٿي] احسان، مونکي پنهنجو فرض ڪرڻ ڏي.

احسان: فرض؟ مون نه سمجھيو.

شمسي: [هٻڪي] احسان، مونکي ٻهريون حق، منهنجي اميءَ جو آهي. توکي اسانجي ساري قصي جي خبر ڪانهي. جيڪڏهن خبر هجيئي ته هوند —

[روئڻ روڪي پنهنجي چپ ۾ چَڪُ ٿي پائي.]

احسان: شمسي، منهنجو ٻــ تــ ٻيو ڪوئي ڪونهي — توڪانسواءِ. اڄ هيڊ ماستريءَ جو حڪم مليو آهي. ٻئي مهني کان انهيءَ عهدي تي چڙهندس؛ تنهن ۾ جيڪي به منهنجو سو تنهنجو؛ ۽ جيڪي به اسان ٻنهي جو سو تنهنجي اميءَ جو. ضرورئي ڪونهي جو آءٌ تنهنجي بابت يا تنهنجي اميءَ جي اڳين زندگيءَ بابت ڪي ٻڌان. تنهنجي اميءَ کي آءٌ شير دل، ڪشاده خيال، زمانه ديده زال ڪري ٿو سمجهان، ۽ توکي هڪ فرشته صفت، نيڪ سيرت نينگرِ. اوهان جي حق ۾ آءٌ اِهو خيال رکان، منهنجي لاءِ اِهوئي ڪافي آهي. [ترسي.] شمسي، ڪٿن، منهنجي خدمت قبول آهي؟

شمسي: [مشڪلات سان پاڻ سنڀالي] احسان، هڙي عزت ڀريءَ آڇ لاءِ آءٌ تنهنجي شڪر گذار آهيان.

خدا شاهد آهي، آءٌ جي پنهنجيءَ دل تي هلندي هجان ته تنهنجي غلام ٿي رهڻ به پاڻ لاءِ غنيمت سمجهان. پـــر — پـــر — آءٌ لاچار آهيان. اِهو — اِهو — خود منهنجو فهم آهي، جو قياسي شڪليون ڏيکاري ناڪار ڪرڻ لاءِ مونکي مجبور ٿو ڪري.

احسان: سو ڪئن؟

شمشي: احسان، انسانيت انهيءَ ۾ سمايل آهي ته دنيا جي آزمودي کي ڌيان ۾ رکي، پنهنجي هوش عقل کان ڪم وٺجي. برابر؟

احسان: ضرور.

شمسي: ته پوءِ منهنجي اميءَ جو آزمودو منهنجي لاءِ بس آهي. مونکي اوچتوئي خبر پيئي ته ويچاريءَ شادي ڪيل زندگيءَ ۾ ڇاڇا نه سٺو آهي. [ڪيس هٿ ڪانوٺي.] معاف ڪجئين احسان، پر پاڻ ۾ اسانجي نسبت ٿئي، اِهو سراسر ناممڪن آهي — خود تنهنجي خاطر.

احسان: هان!

شمسي: [ڪنڌ هيٺ ڪري] پهرين ته مرضي ڪانه هيم، پر تنهنجي مروت ۽ مهرباني ڏسي، توکي

ساري حقيقت ٻڌايائين. احسان، اسانجي پاڻ ۾ نسبت ٿي نٿي سگهي، ڇو جو مونوت ۽ منهنجي اميءَ وٽ اُها هڪڙي شيءِ آهيئي ڪانه، جنهنجي سهاري دنيا ۾ آبائتي ماناُتي زندگي بسر ڪري سگهجي.

احسان ڇا، پئسو؟

شمسي: نه — عزت. آءٌ نه پنهنجن بزرگن جي ڪيل گناهن جي سزا ڀوڳيندي، بدناميءَ هيٺ اچي چڪي آهيان؛ پر نٿي چاهيان ته تون به ڪو، مونسان سڱ ڳنڍي، منهنجي خاطر، دنيا جي طعنن جو شڪار ٿئين.

احسان: گناه؟ سزا؟ شمسي آءٌ تنهنجي ڳالهه سمجهائين نٿو.

شمسي: [منهن ڦيرائي] احسان، آءٌ يار محمد جي ڌيءَ ناهيان.

احسان: هان!

شمسي: ۽ نڪا منهنجي ماءُ يار محمد جي نڪاح ٻڌي زال آهي.

احسان: ڇا!

شمسي : احسان، منهنجو ٻيءَ خوني آهي، جو اڄ جنم ٽيپ جي سزا ڀيو پوڳي. موڪي ٻه اها خبر ويجهڙائيءَ ۾ پيئي.

رفيق : [جوش ۾، پاڻمهاڙو] بس هاڻي پڪ ٿي.

احسان : شمسي، هي ڇا ٿي چوين؟

شمسي : سچ. انهيءَ سببئي آءٌ تنهنجي مائٽي قبولي نٿي سگهان. منهنجي زندگي ته برباد ٿي چڪي؛ تنهنجي ڇو ٿئي؟

احسان : شمسي، جيڪڏهن فقط اِهو سبب آهي ته —

شمسي : نه — منهنجي امي، احسان. [ٽرسي] هائو، ٻيا سبب به آهن؛ پر اهي ڪنهن ٻئي وقت ٻڌائينديسئين. [احسان ڪنڌ هيٺ ڪيو ويٺو آهي. شمسي ذرو ٽرسي، ڏانهس نهاري، اڳتي وڌي، هٿ سندس ڪلهي تي رکي ٿي.] احسان، توکي ڏک ته ڪونه ٿو ٿئي؟ مون توکي نڪاح کان انڪار ڪيو؛ پر ڏک سک ۾ آءٌ تنهنجي حال محرم ۽ همدم رهان انهيءَ کان موکي عار نه ڪوني. اسين هڪ ٻئي کان پري رهي به، هڪ ٻئي جا غمگسار ٿي سگهون ٿا.

احسان : شمسي، بهادر شمسي، مون اڄ ڏٺو ته

دلسوزي چا أهي، انسانيت ڇا آهي. تنهنجي امڙ جي خاطر — مونکي قبول آهي، شمسي. اڄ توکي حال ھن باري ۾ ڪجهه به نه چوندس، پر شرط ھڪڙو.

شمسي: ھائو، احسان؟

احسان: ته تون به مونکي ڏک سک ۾ پنهنجو حال محرم ڪري سمجهنديءَ ۽ پنهنجي دل جو بار ڪجهه مونکي به ڪٽڻ ڏينديءَ. [شمسي ڪيس ھٿ ڏيئي، ڪنڌ جهڪائي ٿي ڇڏي. احسان ڏانهنس نهاري] پر اڄ ناأميد اچا به نه آهيان. شايد — وقت پئي —

شمسي: [بلڪل آهستو، خيال ۾] ھائو، شايد. پر تيستائين اسين فقط ھڪ ٻئي جا سچا رفيق ۽ دمساز ٿي رهنداسين. [احسان شمسيءَ کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿو؛ شمسي وڏي اڳڀرو ٿي ٿئي.]

[مٺان ڳائڻ جو جهڪو دلسوز آواز پيو اچي. ٻئي وڏي ميز وٽ ٿا اچن. احسان ميز کي پٺا ڏيئي ٿو بيهي، ۽ شمسي پنهنجو مٿو سندس ڪلهي تي رکي بيٺي آهي. ٻئي پنهنجن ئي خيالن ۾ محو آهن؛ سندن چهرن مان روحانيت پيئي بکي.]

شمسي: [تمام آهستو] احسان!

احسان: هائو، شمسي!

شمسي: ساز جو ٻه آواز ڪٿن نه دلکي ڇڪي ٿو!

احسان: هائو، شمسي.

[راڳ ھتي پورو ٿو ٿئي. ڪن بلڪل ماٺ ٿي
وڃي ٿي.]

شمسي: احسان!

احسان: هائو، شمسي!

شمسي: [نرميءَ] ڪلهه تو جيڪو ڪتاب مونکي
ڏنو، اُنهيءَ ۾ مون هڪ غزل پڙهيو. اسانجي حال جي
موافق آهي. ٻڌايانءِ؟

احسان: هائو شمسي.

[شمسي جهلي جهلي، سوز ڀري آواز ۾ ڳائيندي.
اُٿي ٿي، پر ائين ٿي احسان جي ڪلهي تي
ليٽيل آهي.]

شمسي: [جهلي جهلي، تمام آهستو]

دلبر ڪان ڌ جي پنهنجي، ديوانو هجي اهڙو!

چوگرد ڦري پنهنجي، پروانو هجي اهڙو!

آءُ دل کان پچان پنهنجي، ۽ دل تي پڇي مونکان،
بيگانو هجي اهڙو، ويرانو هجي اهڙو!*

[کن ماٺ.]

احسان: [ڀرين وانگر] شمسي!

شمسي: هائو، احسان!

احسان: باقي ٽڪر و آءُ ٻڌايانءِ؟

شمسي: هائو احسان.

[احسان ٻه اَٽڪ کانسواءِ، تمام آهستو، غزل جو باقي ٽڪر ڳائي ٿو.]

احسان: عالم کي خرابات آءُ سمجهان ٿو، فلڪ کي جام،
ميخانو هجي اهڙو، پيمانو هجي اهڙو!
جوهر جو رکي ذاتي، مفلس نه ٿئي ڪڏهين،
سو آهي غني، جنهنوٽ دُردانو هجي اهڙو!*
[ٿڪي گذجي].
چوگرد ڦري پنهنجي، پروانو هجي اهڙو!
دلبر کان ٻڄي پنهنجي، ديوانو هجي اهڙو!

[کن ماٺ. احسان ۽ شمسي ائين ئي ويٺا آهن.]

---

* هي غزل مرحوم ميرزا قليچ بيگ صاحب جي هڪڙي اڻ ڇپيل ناٽڪ مان ورتل آهي. ڏسو ديباچو.

اندران بتول جو آواز ٿو اچي.]

بتول: [اندران سڏي] شمسي.

[شمسي پاڻ ڇڏائي، ٻه ٽي قدم وڃي، وري موٽي ٿي، ۽ هٿ احسان جي هٿ ۾ ٿي ڏئي. احسان سندس هٿ وٺي چُمي ٿو. شمسي پنهنجو هٿ آهستي ڇڏائي، ذرو هيٺ نهاري، پوءِ اوچتوئي پنهنجي ٻنهي ٻانهن سان احسان جو ڪنڌ جهڪائي، سندس پيشانيءَ تي تڪڙو تڪڙو چمي ڏيئي، يڪدم اندر هلي ٿي وڃي. احسان ڪنڌ هيٺ جهڪايو، پيشانيءَ تي هٿ ڏيو، ٿيڙندو، ٻاهر نڪري ٿو وڃي.]

رفيق: [جو اُٿي بيٺو آهي] اسرار! عجب اسرار!
[رفيق دروازي ڏانهن نهاريندو وائين ٿي بيٺو آهي ته شمسي اندران ٻاڪٽون ڪٽي اچي ٿي، ۽ ڏاڪڻ واري پاسي لنگهي ٿي وڃي.]
رفيق: [ڏانهس ٻانهون ٻڌي] انسان يا فرشتا!
[شمسي اڃا ڏاڪڻ واري دروٽي آهي ته اندران بتول ٻيو ٻاڪٽون ڪٽي، شمسيءَ وانگر

پر آهستو آهستو، ڏاڪڻ واري پاسي کان نڪري
ٿي وڃي. رفيق کيس روڪڻ لاءِ قدم به
وڌي ٿو، پر زبان نٿي اُڪليس. جڏهين
بتول نڪري ٿي وڃي ته رفيق کانئس اٽ
ڏهه قدم پٺ ٿي آهي.]

رفيق: [ ذرو تـــرســـي ] منهنجيُ آزار يـــل
بتول، منهنجي ڏکويل بتول. [هٿ بگهيڙي، روئندو.]
برابر فرشتا! انساني شڪل ۾ فرشتا! [گوڏن ڀر جهڪي،
اڌ روئندوءَ ڏاڍيان] پاڪ آهي اُها خاڪ، جنهنکي
اوهانجي قدم بوسي حاصل ٿي! [زمين چمي ٿو.]

[پردو اُماڪ ڪري ٿو.]

---

بختي ءَ ٿئي باب
جي وچ ۾ پنجن منٽن
کان وڌيڪ رخصت
هـــوڻ نه گهرجـــي.

# باب ٽيون

## ساڳيو ڏيکاءُ

[پردي کلڻ تي رفيق اچا اُئين ئي مٿو جهڪايو پٽ ۾ پيو آهي، جئن ٻئي باب ۾ پردي ڪِرڻ وقت نظر تي آيو. ذرو ترسي، سِر مٿي کڻي ٿو.]

رفيق: [اُٿي] فرشتا! فرشتا! انساني شڪل ۾ فرشتا! [خيال ۾، اڳيان اچي] اڄ هنن اکين ڪهڙا ڪهڙا اعتبار ۾ نه اچڻ جهڙا حادثا ڏٺا آهن! ڀلائي، بُرائي، عتاب، ثواب! [اڳتي وڌي] بيشڪ، دنيا هڪ طوفاني درياهه آهي، جنهنجي خوفناڪ لهرن تي سج جي روشني پنهنجا ڪرڻا ڀاري، انسان کي ڪهڙا نه عجيب غريب تماشا ڏيکاري ٿي! هر ڪروڪ مصيبت ۾ مبتلا دکي انسان، ڀاڻ انهن ڀل ڀل ۾ ڦرندڙن رنگن کي تماشو ڪري ليکي! هو ويچارو نه ائين پيو ڀانئين ته اِهي لهرون ڪيس نابود ڪرڻ لاءِ ئي پيدا ٿيون. [ڪرسيءَ وٽ اچي] اڄ مونکي معلوم ٿيو ته اکين هوندي به دنيا انڌي آهي. بتول، منهنجي

آزاريل بتول، منهنجي ڏکويل بتول، دنيا کي کهڙي خبر ته قدرت تنهنجو ڪٿن امتحان ورتو! جهان کي کهڙي سڌ ته تقدير کهڙي پيانڪ باهه مان لنگهائي تنهنجي پرک ڪئي! دنيا! دنيا! ظالم شڪاري دنيا! بيرحم آهيري دنيا!— هن بيوس، بيگناهه پکيڙي جي آکيري کي آگ لڳائي، ڪيئن بي گهر ننڍڙي ڪرڻ کان تو ڪين گسايو. هاڻي پلا اِها مت توکي چوڻي اچي، جو هي جو سندس قيا، اُنهيءَ کي به آکيري جيان باهه ڏيئي برباد ڪرين؟ [ڪرسيءَ تي، ويهي تو رهي، مٿو هٿن ۾ اٿس.]

[ڏاڪڻ واري پاسي کان بتول ٽانو ڪٽي اچي ٿي. سندس نظر پري ڪانئي رفيق تي پوي ٿي.]

بتول: [نزديڪ اچي] اَجنبي مسافر، اچا وينا آهيو؟

رفيق: هائو. هاڻ همراه آيو گهر جي.

بتول: پيو ڪجهه ڪپي؟

رفيق: همراه اچي ته پوءِ.

[ بتول ذرو اڳتي وڌي، وري ڏانهس گهور سان نهاري ٿي. منجهيل نظر ٿي اچي، ۽ پنهنجي منهن تي هٿ ٿي ڦيرائي، جڻ سندس وهم کيس ڪوڙي شڪل پيو ڏيکاري. پوءِ آهستو آهستو هلي ٿي وڃي. سندس وڃڻ ڪانپوءِ رفيق اُٿي کيس سڏڻ جي ڪوشش ٿو ڪري، پر زبان نٿي اُڪليس. رفيق اندرئين دروازي ڏانهن نهاريندو بيٺوئي آهي، ته ڏاڪڻ واري پاسي کان کلڻ ۽ ڳالهائڻ جو آواز ٿو اچي، جو ٻڌنديئي رفيق ويهي ٿو رهي. يارو ۽ رمزو اچن ٿا.]

رمزو: [ايندي] هان، وٺ هيءَ تاڙي. [تاڙي ٿا هڻن] اهو سودو ٿيو هاڻ پڪو. پر اهو ڪم اڄ رات جوئي ٿيڻ گهرجي.

يارُو: نه، رمزُو سيٺ، اِهو ڪم صبوح جو ٿيندو. "کيا خوب سودا نقد هي؛ اِس هاتهه دي، اُس هاتهه لي!" [کلي ٿو.]

رمزو: سڀاڻي تي وري ڇو ٿو رکين؟ پئسن جو ڊپ ٿو ٿيئي ڇا؟ باسيا اٿم، اُنهن کان ٻه سوايا ڏيندو سڀين.

يارو: نه ڙي! رمزو سيٺ، تنهنجي زبان ئي آهي سون جو سِڪو! پر اڄڪي رات هيءَ قصو ٿئي، اهو محال آهي. بيو نه، ته ٿالي جو نڪاح ته پڙهائبو. جهڙي آهي ماءُ، تهڙي آهي ڌيءَ. ائين ئي قبول ڪنديون ٿي ڪين؛ باقي نڪاح پر سو ماري به ميائبن؛ ۽ وري — وري — خلق ته ڇوريءَ کي منهنجي ڌيءَ ڪري ٿي ليکي! آخر منهنجي به آبرو —

رمزو: مون سمجهيو. پر اڄ رات ئي نڪاح ٿئي ٿي سگهي ڇا؟

يارو: اڄ رات ڇڏ ته آءٌ ڪين سمجهايان. ڪم، سياڻي صبوح جو قاضي گواه ڪوٺائي، پوءِ پڙهائينداسين.

رفيق: [عجب مان، پاڻمهاڙو] هان!

رمزو: ڇڱو، پر —

يارو: نه، نه، بيو اَلڪو تون نه ڪر. اڳي مون وعدو نه پاريو آهي ڇا؟ هنئر ته مونکي پئسي جو ڪم به آهي، سو ضرور انجام کي پاڻي ڏبو. هاڻ هل ته گهڙي اڌ ڪٿي هلي دل وندرايون. هڪ به جاءِ سُجهيم ته سهين.

رمزو: [ترسي] چڱو هل. پر منهنجي دل نه ديواني ٿي چڪي آهي.

يارو: [کيس پنهنجي ٿي هٿ هڻي] واه ڙي رمزُو سيٺ! هل نه تنهنجي ديواني دل کي هوش ۾ آڻيون. [نڪري ٿا وڃن.]

رفيق: [خيال ۾، ٽڪڙو] حرص، اهو حرص آهي جو بشر کي خوار ٿو ڪري؛ هن بيگناهه دنيا ۾ کيس گنهگار ٿو ڪري. خود خلقڻهار به انهيءَ کان باز نه رهيو! جيڪڏهن آدم جي طمع نه ڪري ها ته اڄ خلق جي آزار ۾ گرفتار ڇو هجي ها؟— نڪاح! صبوح جو نڪاح! ڏسجي ڪئن ٿو اهو نڪاح ٽٽي. [خيال ۾ پٺجي ٿو وڃي.]

[لطيف، وڏو ڪوٽ پيل اٿس، جنهن ۾ منهن لڪايو، چورن جيان هيڏانهن هوڏانهن نهاريندو، اندر لنگهي ٿو اچي. اندر اچي، ليئو پائي، ٻاهرئين در مان رستي تي نهاري رهيو آهي ته ڏاڪڻ واري پاسي کان شمسي گلاس ۽ دسترخوان کڻي ٿي اچي، سندس نظر لطيف تي پوي ٿي، جو پنيرو بيٺو آهي.]

شمسي: [لطيف کي ڏسي ٻيهي تي رهي] لطيف!

لطيف: شش! [نزديڪ اچي] ڪهڙي، امي ءَ ٻڌايو اٿيئي نه؟

شمسي: [ ڏانهنس چتائي نهاري] هائو.

لطيف: چڱو ته پوءِ جلد ڪر ته هتان يڪدم نڪري هلون.

شمسي: [ چا اچا ڏانهس چتائي پيئي نهاري] صبر، هي رکي اچان.

[ شمسي هلي تي وڃي. لطيف ڪيس ۾ هٿ وجهيو، هيڏانهن هوڏانهن اچ وڃ تو ڪري. ذري بعد شمسي موٽي ٿي. هٿ ۾ آرسي ءَ قطي اٿس ۽ ڪُرسي وچ ۾ ڪري، ڪرسيءَ تي ويهي، آرسي گوڏن تي رکي، وار چوڙي ٿي. لطيف ڏانهس عجب ۾ پيو نهاري.]

شمسي: [ وار کولي ] چو، هاڻ ڇا ٿو چوين؟

لطيف: [ڏانهس نهاري عجب ۽ ڪاوڙ ۾] هي ڇا پيئي ڪرين؟ هن مهل وار چو پيئي ناهين؟

شمسي: [قطي هيٺ ڪري، ڏانهس چتائي ڏسي] وار ناهيان ٿي يا چوڙيان ٿي؟ [ کهرائيءَ سان] اچ

وري به نشي ۾ آهين؟ توکي پاڻ چوندي مونکي شرم ٿو اچي.

لطيف: ۽ تون پاڻ هن ڳالهه کي ايتري حالت هلي رهي آهين، جو توکي پڻ چوندي مونکي شرم نه اچي وڃي!

شمسي: [وار چوڙي، مُشڪي] ڇو، ڪهڙي هلت هلي رهي آهيان؟

لطيف: شمسي توکي ڪا سڌ پوندي ته تون هي هار سينگار ڪري پاڻ کي بوهي ۾ ٿي وجهين؟ ڇاڻين ڪانه ٿي ته هتي تون واڱڻ جي واٽ ۾ آهين؟

شمسي: [آهستو] ائين ته ائين ئي سهين! پيو به جتي اسانجي اميءَ ڏهه ورهيه گذر ڪيو، اتي آءٌ به گذاري، سگهانشي. پر لطيف، تون پاڻ پنهنجي سرِ ڪهڙي زندگي تو بسر ڪرين، جو مونکي نيڪ صلاح ڏيڻ آيو آهين؟

لطيف: [ڪاوڙجي] شمسي!

شمسي: [مشڪي] تون پلي ٿيءُ. آءٌ ته سچ ٿي چوانءِ. ڳالهين بڌ، اميءَ مونسان ڳالهه ڪئي؛ پر اميءَ مونکي توسان هلڻو نيٺ ڪونهي.

لطيف: ڇا، ڪا نہ هلنديءَ؟ اتي واڳن جي وات ۾ ئي رهنديءَ؟

شمسي: [ترسي] لطيف، انسان جو پهريون فرض اِهو بنهہ ڪونهي تہ خود پنهنجيءَ جند جي ڪري. زندگيءَ جي ڪاميابي ڪنهن ٻيءَ ڳالهہ ۾ سمايل آهي. [مشڪي] پر تو جهڙو اِها ڳالهہ ڪٿان سمجهي سگهندو!

لطيف: [جهلي جهلي] نہ شمسي، آءٌ سمجهي سگهان ٿو. پر امي تہ اسان سان هلڻ لاءِ تيار هئي.

شمسي: ڪيڏانهن هلي؟ اچا ڪيتري بد نامي سر تي کڻي؟ هي جيڪي مان ميت ۾ سهي ويٺي، اهو بس نہ آهي ڇا؟ لوڪ تہ ڪيس يارو جي نڪاح ٻڌي زال ڪري ٿا سمجهن. [لطيف خيال ۾ آهي.] نہ لطيف، تقدير گهڻيئي رنگ ڏيکاريا، اچا بہ پل تہ جيڪي وٽس آهي ڏيکاري. تقدير کان ڀڄي ڇٽڻ جي ڪوشش عبث آهي.

لطيف: نيٺ تون ڇا ٿي چئين؟

شمسي: آءٌ چوانثي تہ توکي پنهنجي جند جي سک جي ڳولهام جيڏانهن وڻي اوڏانهن وڃ؛ پر منهنجي جاءِ اميءَ وٽ ئي آهي.

[اتي بتول اندران اچي ٿي.]

لطيف: [بتول کي اندران ايندو ڏسي] امي، امي، هن کي ڇا ٿيو آهي؟ هلڪا کان انڪاري ٿي بيٺي آهي.

بتول: [اندر اچي، ذرو ترسي] مون لطيف، توکي اڳيئي ڇا چيو؟ شمسيءَ جي دل کي آءٌ سمجهي نٿي سگهان. اڄ هڪڙيءَ ٻيءَ سهڻيءَ ڳالهه کان بہ انڪار ڪيو اٿس.

لطيف: ڪهڙي ڳالهه؟

بتول: [شمسيءَ ڏانهن نهاري] احسان جهڙي نيڪ نيت جي آڇ موٽائي اٿس.

لطيف: [ڏکہ ڪاوڙ ۾] شمسي، توکي ٿيو ڇا آهي؟

شمسي: [احسان جو نالو ٻڌي، زياده سهي نٿي سگهي. اوچتو قطي ڦٽي ڪري، لطيف ڏانهن نهاري، ڏاريندڙ آواز ۾] لطيف، بس ڪر. تون منهنجو ڀاءُ آهين، نہ سرڪردو. هونءَ تہ جيڪر آءٌ توکي پنهنجو وڏو مائٽ ڪري سمجهان؛ پر گهر ڇڏي ٻچاٽان تون اسان سان پار ڪهڙا هليو آهين، جو هينئن تو اسانتي.

ڪر هلائين؟ پنهنجي جند جان جي فڪر بنان بيو ڪجهه سُجهيئي ئي ڪو؟ [روئي ٿي.]

لطيف: [بلڪل نرمائيءَ سان] آءٌ ته هميشه صرف تنهنجي ڀلي جي خاطر—

شمسي: [روئي ڏاڍيان] منهنجي ڀلي بُري جي ميار توتي ڪانهي. تون لکيو پڙهيو آهين ته آءٌ به چار اکر ڄاڻانئي؛ تون پنهنجو ڪمائي تو ڪانئين ته آءٌ به پنهنجو پيٽ پاڻهي پيٽي پاريان. آءٌ چڱيءَ پر سمجهانئي ته منهنجو ڀلو بُرو ڇا ۾ آهي.

لطيف: [البت ڪاوڙجي] شمسي، توکي ڪهڙي خبر ته هتي رهڻ ۾ توکي ڪيترو ڇوکو؟ توکي ڪهڙي خبر ته ڀاڙو ڪير؟ امي، هن کي سمجهائين ئي؟ هن کي دنيا جي ڪهڙي خبر؟

شمسي: [روئي، پر ڀاڻ سنڀالي] توکي دل جي ڪهڙي خبر؟ اندر وڏو دنيا جو، ڪين دل جو؟ وڏي دل، ڪين دُنيا؟

بتول: [شمسيءَ جي مٿي تي هٿ ڦيرائي] سچ ڏيءَ، ڏک سک جو مدار دل تي، نه دنيا تي.

لطيف: تڏهن تون ڪين هلندينءَ؟

شمسي: [اُٿي، پٺ مان ڦٽي ڪٽي] نه.

لطيف: انهيءَ حرامخور جي گهر ۾ ٿي رهندين ؟

شمسي: [پٺ ورائي]: موڪلي وٺيو، اُتي رهندس. پنهنجي مالڪ پاڻ آهيان.

لطيف: ءِ امي، تون ؟

بتول: [شمسيءَ ڏانهن نهاري، جا ڪنڌ هيٺ ڪيو، پنيري بيٺي آهي.] لطيف، [ٻانهن سندس ڪلهي تي رکي، ڪمس پاسي تي ڪري] هنئر تون وڃ، سياڻي وري اچج. شمسيءَ کي آءٌ پاڻ سمجهائي قبول ٿي ڪرايان. [قدم ٻه ٻاهرئين دروازي ڏانهن وڌي] شاباس، هنئر وڃي سمهي آرامي ٿيءُ. [دروازي تائين وڃي ٿي وڃيس. لطيف ڪنڌ هيٺ ڪيو، همٿ ڀڃيندو، نڪري ٿو وڃي. بتول شمسيءَ ڏانهن موٽي ٿي، جا اڪيون اُگهندي، اندر وڃڻ جي ڪري ٿي. سڏي] شمسي.

شمسي: [اکيون اُگهي، پنيري] جيءُ امي.

بتول: [نزديڪ وڃي ڪمس ڳراٽڙي پائي] ڌيءَ تنهنجي دل کي مون اڄ سمجهيو. [شمسي مان ڪيو، ڪنڌ جهڪايو بيٺي آهي.] توکي احسان—

شمسي: [ بتول جي وات تي هٿ ڏيئي] شش! بس امي، اها ڳالهه ٿي چڪي. [ بتول کي ياڪر ۾ وٺي، اندر ٿي وڃي.]

رفيق: ”انڌير وڏو دنيا، ڪين دل جو؟ وڏي دل، ڪين دنيا؟“ بس هن پڇا ڳاڻ سنو ٿيو ٿئي. [اندرئين در ڏانهن وڌي ٿو ته رفيق تي نظر ٿي پئيس، ۽ ڏانهس اچي ٿو. وري به البت نشي ۾ ٿو لڳي.]

لطيف: [ نزديڪ اچي ] ڙي! تون اڃا هتي وينو آهين؟

رفيق: هائو، ڪنهنجي انتظار ۾ آهيان.

لطيف: [ سندس سامهون ڪرسيءَ تي ويهي، ڏند پيڙي] هون —! مونکي به ڪنهنجو انتظار آهي.

رفيق: [ڪيس پوري هوش ۾ نه ڏسي] ڪنهنجو؟

لطيف: شش! [چوڌاري نهاري آهستو] انهيءَ جو، جو وري مونکي ڪڏهن ڪين ملندو!

رفيق: ڇا!

لطيف: ”ڇا!“— پُٽ به ته آخر پيءُ جهڙو نڪرندو! خبر اٿيئي — يلا تنهنجو نالو ڇا؟

رفيق: آءٌ ته هتي مسافر آهيان.

• لطيف: مسافر، هائو برابر مسافر. [ ڪيسي مان شراب جي شيشي ڪڍي] مسافر وٽ. [ رفيق ناڪار تو ڪري] نہ؟ چڱو تڏهن — [ پٽي، شيشي بند ڪري وري ڪيسي ۾ وجهي ] مسافر، هائو مسافر. خبر اٿيئي تہ منهنجو پيءُ ڪير هو؟ نہ ڄڻي! ڪير آهي؟ ڇو جو ڪمبخت اڃا جيئرو آهي.

رفيق: [ ڳالهہ سنڀالي ] نہ، ڪير آهي؟

لطيف: خوني! جوهري‌ءَ جو خون ڪيو هوائين. هنئڙ جنم ٽيپ جي سزا پيو ڀوڳي.

رفيق: اُهو؟— آءٌ — آءٌ — ڪيس سڃاڻان.

لطيف: [سندس ٻانهن کان جهلي] ڇا چيئي؟

رفيق: مون — مون — ڇيو تہ مون جيل ۾ خوني ڏٺا آهن، جي جنم ٽيپ—

لطيف: [شڪ ۾] سو ڪيئن؟ [ڏانهس گهور سان تو نهاري.]

رفيق: آءٌ — آءٌ — ڳالهہ جيل مان تو اچان.

لطيف: ڇا تون — [چتائي نهاري] نہ. شڪل تہ اهڙي ڪا نہ اٿيئي. تون ضرور جيل جو ملازم هوندين.

رفيق: [ٽڪرو] هائو، هائو.

لطيف: [سوچي] چڱو ڀلا، مونکي ٻڌاءِ ته سڀين ته خونين کي ڪندا ڇا آهن.

رفيق: [بلڪل دلسوز ۽ ڏاريندڙ آواز ۾، جنهنجو لطيف تي اثر ٿيندو وڃي] ڇا ڪندا آهن! ڳالهه ئي نه پڇ! جيل خاني ۾ خونيءَ جو حال حيوان کان به بدتر آهي. ڏينهن رات اڪيليءَ ڪوٺيءَ ۾، نه سڄڻ نه ساٿي؛ ڳردن ۾ طوق؛ پيرن ۾ زنجير؛ هٿن ۾ هٿ ڪڙيون؛ — تو به —

لطيف: [ذرو ڏڪي] سچ!

رفيق: هائو، جيل جي زندگي ڪهڙو مصيبت جو ٽڪر آهي، اُنهي بابت اُنهن کان پڇ، جي اُتي ڪجهه وقت ڪاٽي آيا آهن. غليظ، ڳوٺين جهڙا ڪپڙا ڪرٽا؛ حيوانن جيان اُٺڻو ويهڻو؛ نالي جي عوض نمبر سان پڪارجڻو؛ دنيا جي اصل خبر نه پوڻي؛ خونيءَ جا حال اهڙا ته ٿين، جو نيٺ ديوانو ٿيو پوي. خوني! خوني! انهي کان وڌيڪ ڪمبخت انسان دنيا ۾ آهيئي ڪونه. دنيا جي ساري مصيبت سر تي کڻجي ته اهو بهتر آهي، انهيءَ کان جو خوني ٿي

ساري عمر جيري ٿي قبر ۾ داخل رهجي. شل کو ٻلي چڪي ۽ خون جي تهمت هيٺ نه اچي!

[لطيف هي سڀ خيال ڏيئي پي ٻڌو آهي، ۽ اڌڏشيلي حالت ۾ به مٿس وڏو اثر ٿو ٿئي. اکيون ساموهون کُپايو، خيال ۾ ويٺو آهي. رفيق به ڏانهس گهور سان پيو نهاري.]

رفيق : [ڏانهس چتائي نهاري، مظبوطيءَ سان] چو جوانمرد، خونيءَ جو حال ٻڌي، توکي ڊپ چو وٺي ويو آهي؟

لطيف : سچ، خونيءَ جو حال اهو ٿو ٿئي؟

رفيق : سچ. حال اهو ٿو ٿئي. [اوچتو لطيف جي ڪوٽ مان لڪل ڇُري ڪڍي] چو، هيءَ ڇا آهي؟

[لطيف : [ڇرڪ ڀري، اُٿي] نه، نه، آءٌ خون ڪونه ڪندس.

رفيق : خون! — ياخدا — ڪنهنجو خون؟

لطيف : ياروءَ جو! — مون نه ماءُ ۽ ڀيڻ جي سلامتيءَ سانگي — [ڏڪي ٿو ۽ ڏند ڪرٽي ٿو.]

رفيق : مٿان ائين ڪيو اٿيئي، — لطيف!

لطيف : [ورڻ ڇرڪ ڀري] ڇا! منهنجو نالو توکي ڪٿان آيو؟

رفيق : دٻپ نه ڪر. آءٌ تنهنجو خيرخواهه آهيان. تنهنجي ماءُ ۽ ڀيڻ جي ڏکن جي به مونکي سڀ خبر پيئي آهي. لطيف آءٌ توکي ايترو به ڄاڻايان ٿو ته تنهنجو پيءُ خوني نه آهي —

لطيف : [ٽپ ڏيئي اُٿي] هان!

رفيق : هو بيگناهه ثابت ٿيو، ۽ اڄ صبوح جو جيل مان آزاد ڪيو ويو.

لطيف : هان! بابو بيگناهه ۽ هاڻي آزاد! يا خدا — يا خدا — ۽ پيءُ کي خوني سمجهي آءٌ به خون ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو هوس! سندس نالي کي ڏري گهٽ داغ ڏنو هوم! [منهن هٿن ۾ ٿو لڪائي.]

رفيق : [اُٿي ڪيس ڀاڪر ۾ ٿو وٺي] جيڪي ٿيو سو ٿيو. تون هنئر هٿون نڪري وڃ. آءٌ توکي وعدو ٿو ڏيان ته سڀاڻي صبوح جو ٽي، تنهنجي ماءُ ۽ ڀيڻ کي وٺي، تنهنجو پيءُ توکي اچي ملندو، ۽ سڀ توسان گڏجي رنگون هلندا.

لطيف: [سندس هٿ کان جهلي] سچ؟

رفيق: ضرور! اهو منهنجو پڪو وعدو اٿيئي. هنئر تون وڃي آرامي ٿي.

[لطيف ڏانهس نهاري، پوءِ سندس هٿ چمي نڪري ٿو وڃي. رفيق ذرو ترسي، جوش ۾] يا خدا! پيءُ کي سڄي پڄ خوني سمجهي پاڻ به خون ٿي ڪيائين! ويچارو غريب! - سهي سهي آخر ڪيترو سهندو! پر شڪر — شڪر — [ڪنڌ جهڪائي خيال ۾ پئجي ٿو وڃي.]

[بتول اندران اچي، ٻهرين ٻاهريون در ٿي بندي. پوءِ بتي وسائڻ ٿي اچي ته سندس نظر رفيق تي پئي ٿي.]

بتول: [عجب ۾] اوهانجو همراه اچا نه آيو؟

رفيق: نه، پر هاڻي پهتو ڪپي.

بتول: هاڻي اوهانکي ٻاهر ترسڻو پوندو. دڪان بند ڪرڻ جو وقت ٿيو آهي. [موٽي در کولڻ وڃي ٿي ته رفيق سڏيس ٿو.]

رفيق: بتول! [بتول جا پير زمين ۾ کُپي ٿا وڃن ۽ دل تي هٿ رکي ٽڪڙو ٽڪڙو ساه ٿي کڻي.] بتول!

بتول: [آهستي پنهنجي نهاري] يا خدا! تڏهن ڇا، منهنجو شڪ سچو آهي!

رفيق: بتول، تو مونکي سڃاتو؟

بتول: اڄ دل ڀي اڄ کي ڪڏهن نه سڃاڻندي.

[تڪڙو] پر تون ڪڏهن ڇٽين؟ هتي ڪڏهن پهتين؟

رفيق: اهي ڳالهيون پوءِ. بتول آءٌ بيگناهه ثابت ٿيو آهيان.

بتول: بيگناهه! بيگناهه! او منهنجا خدا! رفيق، منهنجي بي ايمان دل ۾ تون وري نئين سر ايمان ٿو وجهين. آءٌ ته سچ پچ توکي خوني سمجهي، خود خدا جي خدائيءَ جي منڪر ٿي چڪي هيس. اهو سمجهي ڪين ٿي سگهيس ته تو جهڙو فرشته صفت انسان خون ڪڏهن ڪندو. رفيق — رفيق —

رفيق: [ڪيس پاڪر ۾ وٺي] اهي ڳالهيون پوءِ. هنئر اسانکي جهٽ هتان نڪري هلڻ گهرجي. صبوح تائين بہ ترسڻ شمسيءَ لاءِ خوفائتو آهي.

بتول: ڇا؟— [ٻاهر در تي لڪڻ جو آواز ٿو ٿئي].

آواز: [ٻاهران] در کول!

بتول: [ڊڄي] هيءَ ته اچي پهتو!

رفيق: ڪير، يارُو؟

بتول: هائو.

رفيق: [ڪاوڙ ۾] ڇگو، اچڻ ڏينس.

بتول: [سخت دٻپ ۽ بي آراميءَ ۾] نہ، نہ، توکي خبر ناهي تہ ڪهڙو خوفناڪ شخص آهي. تون ڪمزور آهين؛ توکي ڪو نقصان نہ رسائي. [در تي وري نڪاءُ ٿو ٿئي.] رفيق، خدا جي خاطر، منهنجي خاطر، حال ڪٿي لڪي ويهہ. [هيڏانهن هوڏانهن نهاري، ڏاڪڻ واري پاسي اِشارو ڪري] اِجهو هيڏانهن. ڏاڪڻ جي هيٺان جلائو ڪاٺين جي پڙي پيئي آهي، تنهنجي پٺيان لڪي ويهہ. آءٌ اجهو ٿي ڪنهن نہ ڪنهن بهاني ٻاهر ڪيانس. [ڪيس پاڪر ۾ جهلي ڏاڪڻ واري پاسي ڏانهن وٺي] اسين هنئر ٿي هتان نڪري هلنداسين. وات تان احسان ۽ لطيف کي بہ سڏيندا هلنداسين. او منهنجا خدا! منهنجا بند نيٺ تو خلاص ڪيا! تو منهنجي نيٺ ٻُڌي! منهنجي الله منهنجي ٻڌي؛ منهنجي ٻڌي!

[رفيق جوش ۾ آهي پر مات ميٺ ۾ ڏاڪڻ جي هيٺان اندر لنگهي ٿو وڃي.]

يارو: [ٻاهران] جلد ٿي ڙي! ٻيني ٻيئي منهجي ته ٻيغ ٿي نڪري ويئي آهي.

[بتول ٻاهريون در کولي ٿي، يارو لنگهي اندر ٿو اچي. هٿ ۾ لڪڻ اٿس.]

يارو: [ڪاوڙ ۾، در وٺائي] هيتري دير ڇو لاتيءَ: ڪو ٻينو فقير هوس ڇا! [بتول ماٿ ڪيو ڪنڌ جهڪايو بيٺي آهي.] شمسي ڪٿي!

بتول: اندر سمهي پيئي آهي.

يارو: وڃ، وڃي اُٿاري اچينس.

بتول: هن مهل!

يارو: هائو. سندس نڪاح جو بندوبست سڀ تيار آهي.

بتول: نڪاح! ڪنهنسان؟

يارو: رمزو سيٺ سان. صبوح واريءَ گاڏيءَ ۾ شمسيءَ کي ساڻس روانو ٿيڻو آهي.

بتول: ڇا! — نه، نه. [بلڪل بي آرام نظر ٿي اچي.]

يارو: [ڏنڊ پيڙي] "نه، نه" جو آهي پڙهين

جي صاحبي! ڏهه ورهيه سانده ڪارايو پياريو اٿمانس؛ نپائي وڏو ڪيو مانس؛ مٿس هيترو سارو خرچ ڪيو اٿم؛ ۽ هن ضرورت جي وقت، ڇا مونکي ڪم نه ڪان ايندي!

بتول: ضرورت؟ ڪهڙي ضرورت؟

يارو: توکي ڪهڙي خبر! تون نه ڪائي پي آرام ڪرڻ واري! هنن آءٌ قرض ۾ ايترو ٻڏل آهيان، جو ڏينهن ٿو ته پئسا نه ٿيم ته لهڻيدار ويهاريندم جيل ۾. قسمت سان رمزو سيٺ ملي ويو، جنهن شمسيءَ سان نڪاح پوندئي ڏهه هزار ڏيڻا ڪيا آهن.

بتول: [ڪاوڙ ۽ خوف ۾] نـ... نـ...، ائين ڪڏهين نه ٿيندو.

يارو: ڇو؟ ٻک مرڻ کان بچايومانءِ تنهنجو بدلو تي ڏين ڇا؟ اوڪ نه شمسيءَ کي وري ٻـ... منهنجي ڌيءَ ٿا سمجهن، سو تون وري ڇا ڪري سگهندئين! وڃ، وٺي اچينس. رمزو سيٺ ٻاهر ترسيو بيٺو آهي.— ڇا، نٿي وڃين؟ — ڇگو، تڏهن هاڻ ڏس تماشو.

پاڻ اندر وڃڻ جي ڪريٽو پر بتول سامهون
تي ڪيس روڪي ٿي.]

يارو: [لت هڻيل چل، هٽ!

بتول: نه، نه!

يارو: [ٻانهن کان جهلي هٽائي] مڇوانءَ تــو
هٽ، نه ته ـــ

[بتول نٿي هٽي ته يارو ڏند پيڙي لڪڻ سان
کيس ماري ٿو. بتول جي ڪيڪ ٿي
رفيق ڏاکڻ جي هيٺان آهستو ٻاهر ٿو ٿئي.
سندس هٿ ۾ ڪُهاڙي آهي. ياروءَ جي
ڏانهس پٺ آهي. يارو بتول کي لڪڻ
سان پيو ماري.]

بتول: [رفيق کي وڏندو ڏسي] نه، نه! ـــ
متان! ـــ ياخدا ـــ

[رفيق آهستو آهستو وڌي ڪهاڙي ورائي
ياروءَ جي مٿي ۾ ٿو هڻي. بتول خوفناڪ
ڪيڪ ٿي ڪري. يارو ڪري ٿو پوي.]

[پردو آهستي ڪري ٿو.]




نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلي، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس


اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا ٻوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

